# ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪِٿي ؟

مترجم

يوسف سنڌي



سچائي اشاعت گهر- دڙو

2012ع

ڊجيٽل ايڊيشن :

سنڌ سلامت ڪتاب گهر

چيف ايڊيٽر

**يوسف سنڌي**

ايڊيٽر

**رشيد آزاد**

سهڪاري ساٿ

**نصير ميمڻ**

**آغا نور محمد پٺاڻ**

**مور ساگر**



سچائي اشاعت گھر جو ڪتاب نمبر 87 هون


| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪِٿي؟ |
| مترجم | : | يوسف سنڌي |
| ڇاپو (پهريون) | : | اپريل 2012ع |
| ٽائيٽل ڊزائين | : | مور ساگر |
| ڪمپوزنگ | : | جهانزيب علي جوڻيجو<br>ساحل ڪمپوزرس رابعہ اسڪوائر حيدرآباد. |
| ڇپيندڙ | : | ساحل پرنٽرز رابعہ اسڪوائر گاڏي کاتو<br>حيدرچوڪ حيدرآباد (12) 03332634650 |
| ڇپائيندڙ | : | سچائي اشاعت گهر ـ دڙو فون: 0301_3640468 |

قيمت: 100/=

## فهرست


| | |
|---|---|
| سنڌ سلامت پاران | 05 |
| پنهنجي پاران | 06 |
| سلواڊور آلندي، ماناٿي زندگي . شاناٿو موت | 07 |
| سدا حيات آلندي جي آخري تقرير | 12 |
| چي گويرا کي ڪيئن قتل ڪيو ويو ؟ | 15 |
| چــي گــويــرا : سامراج دشمني جي خلاف جدوجهد | 21 |
| نڪيتا خروشيف جي عروج ۽ زوال جي ڪهاڻي | 28 |
| خروشيف جون يادگيرون | 42 |
| سري مائو بندرا نائيڪي : دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم | 51 |
| عيدي امين : آفريقا جو ڏند ڪٿائي ڪردار | 56 |
| پول پاٽ : ڪمبوڊيا جو ڪاسائي | 62 |
| ٽراٽسڪيءَ جو قتل ڪيئن ٿيو ؟ | 68 |
| سوئيڪارنو جي خلاف بغاوت جي پهرين شام | 75 |
| جارج واشنگٽن کي قتل ڪرڻ جي سازش | 80 |
| ايمنسٽي انٽرنيشنل : انساني حقن جي عالمي تنظيم | 83 |
| اسڪندريہ جي قديم لائبريري | 87 |
| دنيا جو چوٿون عجوبو : اولمپيا ۾ زيوس ديوتا جو مجسمو | 89 |
| دنيا جو ڇهون عجوبو : هيلوس جو ديو قامت بُت | 93 |

## سنڌسلامت پاران :

سنڌ سلامت **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** سلسلي جو ڪتاب نمبر **(228)** اوهان اڳيان پيش ڪجي ٿو. هي ڪتاب **”ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪٿي؟“** ناماري ليکڪ **يوسف سنڌيءَ** جي ترجمي سان عالمي جنرل ناليج جو آهي.

هي ڪتاب **سچائي اشاعت گهر، دڙو** پاران 2012ع ۾ **ساحل پرنٽرس** وٽان ڇپايو. ٿورائتا آهيون يوسف سنڌي ۽ مور ساگر جا جن ڪتاب جي سافٽ ڪاپي موڪلي سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ شيئر ڪرڻ جي اجازت ڏني.

هن ڪتاب ۾ جن جن به شخصيتن جو ذڪر آهي، اهي نه رڳو ڊگهي عرصي تائين عالمي ميڊيا تي ڇانيل رهيون، پر هنن پنهجن خطن / علائقن ۾ به وڏا اثر ڇڏيا. ۽ وقت گذرڻ سان گڏ انهن مان ڪيتريون شخصيتون جهڙوڪ: چي گويرا، سلوادور آلندي، سوئيڪارنو، جارج واشنگٽن، جدوجهد ۽ آزادي جي علامت طور مختلف ملڪن ۾ استعارو بنجي ويون. نه ڪي وري عيدي امين ۽ پول پاٽ جبر، ظلم ۽ دهشت جا اهڃاڻ بنجي پيا. ٽراٽسڪي، خروشيف ۽ مسزبندرا نائيڪي جو نالو تبديلي ۽ جمهوريت جي علامت طور ورتو وڃي ٿو.

**محمد سليمان وساڻ**
**مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي )**
**سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام**
sulemanwassan@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**



# پنهنجي پاران

’سچائي‘ جنرل ناليج انٽرنيشنل بوڪ سيريز جو ٻيو ڪتاب ”ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪٿي؟“ حاضر آهي، هن ڪتاب ۾ جن جن به شخصيتن جو ذڪر آهي، اهي نه رڳو ڊگهي عرصي تائين عالمي ميڊيا تي ڇانيل رهيون، پر هنن پنهجن خطن / علائقن ۾ به وڏا اثر ڇڏيا. ۽ وقت گذرڻ سان گڏ انهن مان ڪيترين شخصيتون جهڙوڪ: چي گويرا، سلواڊور آلندي، سوئيڪارنو جارج واشنگٽن، جدوجهد ۽ آزادي جي علامت طور مختلف ملڪن ۾ استعارو بنجي ويون. ته ڪي وري عيدي امين ۽ پول پاٽ جبر، ظلم ۽ دهشت جا اهڃاڻ بنجي پيا. ٽراٽسڪي، خروشيف ۽ مسزبندرا نائيڪي جو نالو تبديلي ۽ جمهوريت جي علامت طور ورتو وڃي ٿو. هن ڪتاب ۾ انهن شخصيتن جي باري ۾ هڪ هنڌ مطالعو نه رڳو دلچسپيءَ جو سبب بنجندو، پر پڙهندڙن کي انهن بابت اها ڄاڻ به مهيا ڪندو. ته اهي شخصيتون ڪهڙين حالتن ۾ پنهنجن پنهنجن ملڪن ۾ اُڀريون ۽ انهن عالمي ۽ علائقائي سياست تي ڪهڙا اثر ڇڏيا. هي ڪتاب يا ههڙن ڪتابن ڇپائڻ جو مقصد به اهو ئي آهي ته پنهنجن پڙهندڙن کي وڌ ۾ وڌ ڄاڻ مهيا ڪجي.

هن ڪتاب ۾ شامل ٻي مواد ۾ اسڪندريه جي قديم لئبرري، ۽ ستن عالمي عجائباتن مان هيلوس جو ديو قامت بُت ۽ زيوس ديوتا جو مجسمو ۽ انساني حقن جي عالمي تنظيم ”ايمنسٽي انٽرنيشنل“ بابت مضمون به معلومات سان ڀرپور آهن.

منهنجي سدائين اها خواهش رهي آهي ته ”سنڌي ٻوليءَ“ ۾ هن قسم جا معلوماتي ڪتابَ شايع ٿيڻ گهرجن. اها ڳالهه ذهن ۾ رکندي گذريل ڪيترن ئي سالن کان آئون ههڙا ڪيترائي معلوماتي مضمون / فيچر سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندو رهيو آهيان. جن مان ڪجهه وقت بوَقت مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا پي رهيا آهن. ۽ ڪجهه اڻ ڇپيل صورت ۾ مون وٽ ترجمو ٿيا پيا آهن. جيڪي هاڻ هن قسم جي ننڍن ننڍن ڪتابن جي صورت ۾ ڇپائي پڙهندڙن جي اڳيان پيش ڪبا رهبا.

هيءَ ڪتاب اوهانکي ڪيئن لڳو پنهنجي راءِ ضرور ڏجو..

**يوسف سنڌي**

9اپريل 2012ع

0301_3640468

# سلوادور آلندي
# مانائتي زندگي ـ شانائتو موت

نہ رڳو چلي پر سڄي لاطيني آمريڪا جي ويجهڙ وارن سالن جي تاريخ ۾ سدا حيات سلوادور آلندي، هڪ ناليوارو ۽ آدرشي اڳواڻ ٿي گذريو آهي. آلندي مظلوم طبقن، چلي ۽ لاطيني آمريڪا جي آزادي ۽ سڄي دنيا جي انسان دوست حڪومتن ۽ تحريڪن جي بچاءُ ۾ نهايت ڪارائتي زندگي گذاري ۽ شاندار موت قبول ڪيو.

سندس پيءُ جو نالو آلندي ڪاسترو هو جيڪو چليءَ جي انقلابي پارٽيءَ سان لاڳاپيل هو. ڌنڌي جي لحاظ کان وڪيل هو. سندس امڙ جو نالو "لارا گوسينز يوريب" هو. اهو گهراڻو ملڪ جي مٿينءَ طبقي سان واسطو رکندڙ هو ۽ ڪيتري ئي عرصي کان ترقي پسند ۽ لبرل سياست سان لاڳاپيل هئڻ جي روايت رکندو هو.

نوجوان آلندي، پنهنجي علائقي جي اسڪول ۾ تعليم پرائي، جتي هو فڪري طور تي هڪ اطالوي نسل جي موچي "جوآن ڊي مارشي" جي اثر هيٺ آيو جيڪو انارڪسٽ هو (اها ڏاڍي دلچسپ ڳالهہ آهي تہ لاطيني آمريڪا جي انقلابي تحريڪ ۾ موچڪو ڌنڌو ڪندڙ ماڻهن جو ڪردار رهنمائي وارو رهيو آهي). آلندي پنهنجي تعليم جاري رکي ۽ تعليم جو اهو سلسلو ميڊيڪل تائين پهتس. هن "يونيورسٽي آف چليءَ" مان ميڊيڪل جي ڊگري حاصل ڪئي، پر اتي بس نہ ڪيائين؛ پر پنهنجي تعليم جاري رکندي هن 1933ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جي دوران هن شاگردن جو هڪ اهڙو گروهہ جوڙيو جيڪو مستقل طور تي مارڪسزم جي لٽريچر تي بحث مباحثو ڪندو رهيو هو. اهي شاگرد سياست ۾ بہ سرگرميءَ سان حصو وٺندا هئا. ايئن 1930ع ۾ چليءَ جي شاگردن جي فيڊريشن جو نائب صدر چونڊجي ويو ۽ 1935ع ۾ هو چليءَ جي "ميڊيڪل ايسوسيئيشن" جو اڳواڻ بڻيو ۽ "سوشلسٽ پارٽي" جي رڪنيت اختيار ڪيائين.

1938ع جي چونڊن ۾ جڏهن چلي جي سيني جمهوري قوتن ۽ تنظيمن گڏجي "پاپولر فرنٽ" قائم ڪيو تہ "آلندي" اليڪشن جو انچارج هو. پاپولر فرنٽ جو مشهور ۽ دل ڇهندڙ چونڊ نعرو هو "ماني، گهر ۽ روزگار." فرنٽ کي سٺي موٽ ملي ۽ سولائي سان چونڊون کٽي، پنهنجي حڪومت جوڙيائين. فرنٽ جيئن تہ هڪ گڏيل ماڻهن جو ميڙ هو، جنهن ۾ هر قسم جا ماڻهو شامل هئا، بورزوا بہ هئا تہ

جمهوريت پسند ۽ ريڊيڪل بہ. آلندي ان حڪومت ۾ صحت وارو وزير ٿيو.

1945ع ۾ آلندي سينيٽر چونڊجي ويو. چلي جي چونڊ نظام ۾ سينيٽ جو ميمبر ٿيڻ عوامي پذيرائي جو دليل سمجهيو ويندو هو. آلندي لڳاتار سينيٽر چونڊبو رهيو. هو 1953ع ۾، پوءِ 1961ع ۾ ۽ پوءِ 1969ع ۾ بہ سينيٽر چونڊيو. هو 1966ع ۾ چليءَ جي سينيٽ جو صدر چونڊيو ويو. البتہ آلندي ٽي ڀيرا صدارتي اميدوار ٿيو پر لڳاتار ناڪام ٿيو.

آلندي سوشلسٽ خيال رکندڙ هو تنهنڪري اهو پاڻمرادو سمجهي چڪڻ گهرجي تہ هو ڪيوبا ۽ ان جي انقلابي اڳواڻ فيڊل ڪاسترو کان متاثر ۽ فيڊل ڪاسترو جو ذاتي دوست هو. ريجس ڊيبري کي ڏنل هڪ انٽرويو ۾ آلندي چيو هو تہ "هو ٻيئي پهرين ملاقات جي پهرين گهڙيءَ ۾ ئي دوست بنجي ويا. آئون سندس بي انتها عقلمنديءَ کان گهڻو متاثر ٿيس." (1)

هي اهو دور هو جڏهن آمريڪا ڪميونسٽ دشمنيءَ ۾ چِتو ٿي چڪو هو. اولهائين دنيا جو اهو وڏيرو جتي بہ قومي آزادي يا ماني ۽ روزگار جي تحريڪ اُڀرندي هئي، لٺ کڻي پهچي ويندو هو. آلندي تہ وري بہ اهڙن انسانن مان هو جن چلي جي سياسي ۽ معاشي آزادي چاهي ٿي ۽ هن حقيقي آزادي جي لاءِ سوشلزم لاڳو ڪرڻ ٿي چاهيو تنهنڪري اولهائين دنيا هن جي دشمن بنجي ويئي. اها ڳالهہ بہ پڌري هجي تہ چليءَ ۾ آمريڪي ڪمپنيون وڏي ملڪيت جون مالڪ هيون ۽ اتي جي معدنيات تي قابض هيون. اهو نڪسن جو دور هو ۽ انهن ڪمپنين کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو ڊپ هو.

1970ع جي چونڊن ۾ چلي جي ڪميونسٽ، سوشلسٽ ۽ پاپولر ايڪشن پارٽين گڏجي چونڊ اتحاد ٺاهيو ان جو نالو "پاپولر يونٽي" رکيو ويو. ان اتحاد گڏيل طور تي سلواڊور آلندي کي پنهنجو صدارتي اميدوار نامزد ڪيو.

چلي جي عوام جو هڪ وڏو حصو ان مشهور مارڪسٽ اڳواڻ جو حامي هو. کاٻي ڌر جي سياسي پارٽين، ٽريڊ يونينن، شاگردن ۽ جوانن جي سيائن ۽ محب وطن فوجي آفيسرن بہ آلندي جي طرفداري ڪئي ۽ ساٿ ڏنو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سلواڊور 1970ع جون صدارتي چونڊون "پاپولر يونٽي" جي اميدوار جي حيثيت سان کٽي ويو.

ڪيوبا جي اڳواڻ فيڊل ڪاسترو سوڀ جي خبر ٻڌي ڪيوبا جي ڪميونسٽ پارٽي جي اخبار "گرانما" جي ڪاپي "آلندي" کي ڏياري موڪلي، جنهن جي پهرين صفحي تي ان فتح جي وڏي خبر هئي. "هو (ڪاسترو) چلي جي خبر جي اوسيئڙي ۾ اخبار جي آفيس ۾ موجود رهيو ۽ ان جي پهرين صفحي تي پنهنجي مبارڪباد لکي موڪلي. هن ان فتح کي سامراج جي خلاف فتح قرار ڏنو ۽ ان جي هيٺان پنهنجي صحيح وڏي ۽ پر پاسي جيڪي بہ ماڻهو موجود هئا، انهن کان بہ صحيحون

ڪرايون. آئون اها اخبار هڪ سوڪڙي طور پاڻ سان رکندو آهيان.“ (2)

ان صدارت جو مدو ڇهه سال هوندو هو. اقتدار سنڀاليندي ئي آلندي چلي ۾ سوشلسٽ پروگرام لاڳو ڪرڻ شروع ڪيو. هن ٽامي جي کاڻين، بئنڪن ۽ ٻين وڏين صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ وٺي لاٿو تعليم ۽ صحت کي سرڪار جي ذميداري قرار ڏنو. هن ٻارڙن کي مفت ڪير ڏيڻ جو پروگرام شروع ڪيو ۽ وڏن جاگيردارن کان زمينون کسي بي زمين هارين ۾ ورهائي ڇڏيون.

سندس عوامي مقبوليت رکندڙ حڪومت جيڪي چاليهه نقاطي ڪم ڪيا، انهن ۾ ٻارڙن جي لاءِ مفت ڪير، مفت تعليم، قيدين ۽ پوڙهن جي ضرورتن جو خيال رکڻ، ملڪ جي بنيادي معدني وسيلن ٽامي، لوهه ڪوئلي ۽ تيل وغيره کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ ۽ زرعي سڌارا شامل هئا. انهن قدمن چليءَ جي غريبن جون زندگيون بدلائي ڇڏيون. ٽيهه لک ڪتاب ڇپرائي عوام ۾ ورهايا ويا ۽ اهڙا ادارا جوڙيا ويا، جتي مزدور پيشه ماڻهو تعليم حاصل ڪري سگهن. آلندي جي حڪومت جا ٽي سال غريبن جا لاءِ اميدن جا ٽي سال هئا. لاطيني آمريڪا ۾ آلندي کي ***Companero President*** (ڪامريڊ پريزيڊنٽ) ڇيو ويندو هو.

آلنديءَ ڪاسترو جي ڪيوبا سان سفارتي لاڳاپا بحال ڪيا ۽ آمريڪي ناڪا بندي جي مخالفت ڪندي، ان ملڪ سان واپار شروع ڪيو. هن اهڙا ته قدم کنيا جو هر گذرندڙ سال انهن جي مثالي هئڻ جي ڳُڻن ۾ واڌارو ڪندو ويو.

پر آمريڪا پنهنجي پاڙي ۾ اهڙن دشمنن کي ڪيئن ٿي ڇڏي سگهيو. هن آلندي جي حڪومت جي خلاف وڏي پروپيگنڊه شروع ڪري ڏني. چلي جي معيشيت تي خطرناڪ حملا ڪرڻ شروع ڪيا. سندس مقامي ڇاڙتن دڪانن مان ڇانور، اٽو ۽ کنڊ غائب ڪرائي ڇڏي ۽ سرڪاري ملازمن، واپارين، ٽرانسپورٽن ۽ وچينءَ طبقي سان لاڳاپيل پيشي وراڻين تنظيمن ساڃي ڌر سان گڏجي سامراجي سازش کي ڪامياب ڪيو. ٻاهريون گهڻ قومي ڪمپنيون ان تحريڪ ۾ پاڻي وانگر پئسو وهائينديون رهيون.

سڃي ڳالهه ته اها آهي ته آلندي تي هڪ وڏو باب لکڻ کان سواءِ سهيوڳي چلي ۽ ڏکڻ آمريڪا کنڊ جي تاريخ لکي ئي نٿي سگهجي. ڇاڪاڻ ته هن ويڙهه جي اڳينءَ مورچي ۾ رهي حصو ورتو عمل ۾ به ته نظريي ۾ به... آلندي پنهنجي ملڪ ۽ سڄي دنيا جي پورهيت انسانن جو زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين وفادار رهيو ۽ سڄي دنيا جون اکيون ان ويڙهه تي کتل هيون، جنهن ۾ آمريڪا سامراج ۽ اندريان عوام دشمن طبقا، تبديلي جي لاءِ ان سگهه جي خلاف وڙهي رهيا هئا، جنهن جي هر جيت تي دنيا خوش ٿي رهي هئي.

آلندي سدائين اڳتي رهيو ۽ جيئن وقت ڪان اڳ جنم وٺندڙ سيني ماڻهن سان ٿيندو آيو آهي، آلنديءَ بہ ڪيترين ئي تڪليفن کي منهن ڏنو پر آلندي جي اٽل ارادن ۽ ڪمٽ منٽ سيني نقادن، مخالفن ۽ دشمنن کي غلط ثابت ڪيو.

آلندي ڪو يوٽوپيائي (خيالي) ماڻهو نہ هو ۽ نہ ئي وري ڪو جاڳندي سپنا ڏسندو هو. هو تہ هڪ اهڙو انقلابي هو جيڪو مڪمل طور تي چليءَ جي مزدور طبقي جي ڪاز سان لاڳاپيل هو جنهن جي لاءِ هن پنهنجي خوبصورت زندگي ارپي ڇڏي ۽ وقت اچڻ تي اها قربان بہ ڪري ڇڏي.

آمريڪا باقاعدہ لڙائي شروع ڪري ڏني. هن سڌو سنئون صدارتي محل تي هوائي حملو شروع ڪيو. سلواڊور آلنديءَ چليءَ جي آئيني چونڊيل صدر جي حيثيت سان پنهنجا فرض ادا ڪندي، صدارتي محل ۾ ئي جان قربان ڪري ڇڏي. هن دشمنن کي نہ ڪنهن ناهہ جي لاءِ چيو ۽ نہ ئي وري ڪنهن ڀي رعايت جي لاءِ هٿ پير هنيا. هو پنهنجي وچن موجب زندگيءَ جي آخري ساهہ تائين هڪ شينهن جيان وڙهندي، هڪ هيري جيان پنهنجي مورچي ۾ شهادت ماڻي.

اهڙا مانجهي مرڻا ناهن،
ويس مٽائي ورڻا آهن.

چوڻ تي تہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ چلي جي پنهنجي انقلاب دشمنن سان ويڙهہ هئي، پر سڄي دنيا کي خبر آهي تہ آلندي کي فقط جنرل پنوشي قتل نہ ڪيو پر ان قتل ۾ نڪسن، هينري ڪسنجر، سڄي سي آءِ اي ۽ گهڻ قومي ڪمپنيون شامل هيون. هن سيني گڏجي يارهن سيپٽمبر 1973ع تي صدر کي شهيد ڪري سندس حڪومت ختم ڪري ملڪ تي فاشزم لاڳو ڪري ڇڏيو. آمريڪا جي لاءِ سڄي خطي جي لاءِ اها خوني ڪارروائي ڪرڻ لازمي هئي، جيڪڏهن آمريڪا ايئن نہ ڪري ها تہ سڄي خطي ۾ آمريڪا جي پيچ لٽڪائو حڪمرانن جي خلاف انقلاب اچي وڃي ها، ڇاڪاڻ تہ سڄي لاطيني آمريڪا جي اندر سامراج جا دلال فوجي حڪمران موجود هئا.

يارهن سيپٽمبر 1973ع تي چلي بگهڙن جي حوالي ٿي ويو. يارهن سيپٽمبر فقط آمريڪين جي لاءِ نائين اليون ڪونهي، پر اهو تہ چلي، لاطيني آمريڪا ۽ سڄي دنيا جي جمهوريت پسند ماڻهن جي لاءِ "نائن اليون" بہ آهي. يارهن سيپٽمبر تي آمريڪا اها ئي قيامت چلي جي عوام جي مٿان آندي هئي. يارهن سيپٽمبر تي چليءَ جي عوام کان سندن جمهوريت ۽ سندن بنيادي انساني حق کسي ورتا ويا. تنهنڪري سڄي دنيا ۾ نائن اليون ٻن ڏينهن طور ملهايو ويندو آهي.

آمريڪي چاڙتي ۽ سندس نائب جنرل پنوشي، هڪ سڄي تهذيب کي تباهہ ڪري ڇڏيا. هن چلي ۾ سياست تي پابندي وجهي ڇڏي. ٽريڊ يونينون غير قانوني قرار ڏنيون ويون. شاگرد سياست بند

ڪئي ويئي ۽ اخبارن جي وات ۾ سينسرشپ جو ڪپڙو ڦسيو ويو.

آمريڪا هوندئن تہ تاريخ جي سڀني جنمن جو گناهگار آهي، پر جيڪڏهن فقط هڪ ويهين صديءَ ۾ سندس انسانيت دشمن ڏوهن جو ليکو ڪيو وڃي تہ هن جا ڏوهہ هزارين شيطانن کان بہ وڏي ويندا.

آلنديءَ کي دنيا رڳو ان ڪري ياد نہ رکندي تہ هن صدر بنجي چليءَ جي عوام کي عزت ڀري زندگي گذارڻ جي لاءِ ترقي جا موقعا فراهم ڪيا، پر کيس ان ڪري بہ ياد رکيو ويندو تہ هن ملڪ جي صدر هوندي بہ ڪنڌ نہ جهڪايو ۽ فاشزم جي خلاف اڏول رهيو. آلندي سامراجين جي خلاف اٽل رهيو. ظلم ۽ پرماريت جي نظام جي خلاف سينو ساهيائين. ۽ بلوچن جي خان محراب خان شهيد جيان پنهنجي صدارتي محل ۾ پُراڻ پسندن، فاشزم ۽ سامراج جي خلاف وڙهندي شهيد ٿيو. آلندي سڄي تاريخ ۾ عام طور تي ۽ اڄ تہ خاص طور تي آئيڊيل آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جو اسان جو سڀني جو ساڳيو ئي دشمن، شڪستن کائڻ کان سواءِ هٺ ڌرمي سان، سڄي دنيا جو حاڪم آهي.

## حوالا


- ريجس ڊيبري، 1971، آلندي سان ڳالهہ ٻولهہ، نيو ليفٽ ٻُڪس.


- ريجس ڊيبري، 1971، آلندي سان ڳالهہ ٻولهہ، نيو ليفٽ ٻُڪس.


**ليکڪ: ڊاڪٽر شاهہ محمد مري**

# سدا حيات آلندي جي آخري تقرير

**ديس واسيو!**

پڪ سان هي آخري وقت آهي، جو آئون توهان سان مخاطب ٿيندس. هوائي فوج سمورين اهم تنصيبن، ڪارپوريشن ۽ ريڊيو اسٽيشنن تي بمباري ڪري ڇڏي آهي. منهنجا لفظ ڪؤڙان سان نہ پر نراسائيءَ ۾ ٻڏل آهن. اهي انهن کي، اخلاقي سزا پڻ آهن جيڪي پنهنجي حلف سان ڪوڙا نڪتا ۽ چليءَ جي سپاهين کي، پنهنجو پاڻ کي نامزد ڪندڙ جڙتو ڪمانڊر اِن چيف ۽ ائڊمرل ميرينو کي، ذليل جنرل مينڊوزا کي، جيڪو اڃا ڪالهہ تائين حڪومت سان پنهنجي وفاداريءَ جي هام هڻي رهيو هو ۽ پنهنجو پاڻ کي ڪئرابنروس جو ڊائريڪٽر جنرل پڻ نامزد ڪري ورتو. اهڙين حقيقتن جي صورت ۾ مان پورهيتن کي صرف هڪڙي ڳالهہ چئي سگهان ٿو تہ ”آئون آڻ نہ مڃيندس.“

اهڙي تاريخي موقعي تي آئون پنهنجي عوام سان وفاداريءَ ۾ پنهنجي حياتي قربان ڪري ڇڏيندس ۽ آئون توهان کي پڪ ڏياري سگهان ٿو تہ منهنجو يقين آهي تہ اسان چليءَ جي هزارين ماڻهن جي بلند ضميرن ۾ جيڪو ٻج پوکيو آهي، تنهن کي اُسرڻ ۽ نسرڻ کان ڪو بہ روڪي نٿو سگهي. هو مضبوط آهن، هو ماڻهن کي غلام بڻائي سگهن ٿا، پر ڪنهن بہ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ ۽ مجرماڻي طريقي سان اهڙن سماجي عملن کي روڪي نٿو سگهجي. تاريخ اسان جي آهي، ماڻهو ئي آهن جيڪي ان جا سرجڻهار آهن.

**منهنجي ملڪ جا پورهيتو!**

آئون چاهيان ٿو تہ توهان جي ان وفاداري جو ٿورو مڃيان ٿو جيڪا توهان هميشہ ڏيکاري آهي. اُن يقين جو ٿورو مڃيان، جيڪو توهان هڪ ماڻهو (آلندي) ۾ پيدا ڪيو جيڪو رڳو انصاف جي عظيم احساسن جو ترجمان رهيو جنهن پنهنجي پڌر نامي ۾ آئين ۽ قانون جي احترام جي ضمانت ڏني ۽ جيڪو پنهنجي واعدي سان وفادار رهيو.

هي آخري گهڙيون آهن، جن ۾ آئون اوهان سان مخاطب آهيان تہ جيئن اوهان واقعن مان سبق پرايو. پرڏيهي سرمائي ۽ سامراج رجعت پرستيءَ سان ڳٽ جوڙ ڪري هڪ اهڙي فضا پيدا ڪري ڇڏي آهي، جو هٿيار بند فوجن پنهنجيون روايتون ٽوڙي ڇڏيون آهن. اهي روايتون جيڪي جنرل شنيڊر ڪين سيکاريون آهن ۽ جن تي ڪمانڊر آريا وري وري زور ڏيندو رهيو. ٻئي ڄڻا ساڳئي سماجي شعبي جو شڪار ٿيا، ساڳين ماڻهن جو شڪار ٿيا، جيڪي هينئر پنهنجن گهرن ۾ آرامي آهن ۽ دلالن

جي ذريعي ٻيهر اقتدار حاصل ڪرڻ جو انتظار ڪري رهيا آهن تہ جيئن اُهي پنهنجن مفادن ۽ رعايتن جو بچاءُ جاري رکي سگهن.

آئون اول اسان جي ڌرتي جي جديد عورت سان مخاطب آهيان، هارياڻي عورت سان، جنهن کي اسان ۾ پختو ويساهہ هو پورهيت عورت سان. جيڪا وڏيڪ پورهيو ڪري رهي هئي، ان ماءُ سان مخاطب آهيان، جنهن اهو چاتو ٿي تہ اسان سندس ٻارڙن جو خيال رکيو.

آئون مختلف ڌنڌا ڪندڙن سان مخاطب آهيان، جن حب الوطنيءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ جهڪي سرمائيداراڻي سماج ٻاران مليل فائدن جي بچاءَ لاءِ پيشہ ورانہ تنظيمن، طبقاتي تنظيمن جي سرڪردگيءَ ۾ ڪرايل فسادن خلاف جدوجهد ڪري رهيا هئا.

آئون انهن نوجوانن سان مخاطب آهيان، جن گيت ڳاتا، جن جدوجهد کي پنهنجي خوشي ۽ جذبو ارپيو. آئون چليءَ جي ماڻهوءَ سان، پورهيتن سان، هارين سان، دانشورن سان مخاطب آهيان. انهن سان مخاطب آهيان، جيڪي جڪڙيا ويندا، چاڪاڻ تہ فاشزم، دهشت پسند حملن، پليون ۽ ريلوي لائينون اڏائڻ ۽ تيل ۽ گئس جي پائپ لائينن جي تباهيءَ جي شڪل ۾ اسان جي ملڪ ۾ ڪيتري عرصي تائين پنهنجو وجود برقرار رکيو آهي.

ريڊيو مئگالينس يقيناً خاموشيءَ کي ٽوڙيندو ۽ نڌيندو جهڪي انداز وارو منهنجو هي آواز اوهان تائين وري نہ پهچندو پر اهو ڪنهن نہ ڪنهن ذريعي سان اوهان برابر ٻڌندا رهندو. آئون سدائين اوهان سان گڏ هوندس ۽ گهٽ ۾ گهٽ هڪ اهڙي شانائتي ماڻهوءَ جي ياد ڇڏي ويندس، جيڪو پورهيتن جي آدرش سان وفادار رهيو.

ماڻهن کي پاڻ قربان نہ پر لازمي طرح پنهنجو بچاءُ ڪرڻو پوندو. ماڻهو پاڻ کي چيپاڻ يا تباهہ ٿيڻ نہ ڏيندا ۽ نہ ئي اهي پاڻ کي ذليل ڪرڻ جي اجازت ڏيندا.

**منهنجا وطن جا پورهيت ساٿيو!**

مون کي چلي ۽ ان جي قسمت ۾ پختو ويساهہ آهي. چليءَ جو نئون نسل ايندو. هنن اونداهين ۽ ڪوڙين گهڙين ۾، جڏهن غداري پاڻ مڙهڻ جي دعويدار آهي، توهان کي اهو ڄاڻڻ گهرجي تہ جلي يا دير ۽ تمام جلد ماڻهن لاءِ ٻيهر هڪ نئين سماج جي اڏاوت لاءِ وڏيون راهون کلنديون.

چلي زنده باد!

عوام زنده باد!

پورهيت زنده باد!

هي منهنجا آخري الفاظ آهن ۽ مون کي يقين آهي ته منهنجي قرباني اجائي نه ويندي. مون کي ويساهه آهي ته اها هڪ اخلاقي سبق بڻبي، جيڪا بيوفائي، بزدلي ۽ غداريءَ کي ننديندي.

(شهيد صدر آلندي هيءَ تقرير پنهنجي شهادت کان ڪجهه گهڙيون اڳ 11 سيپٽمبر 1973 تي 9:20 منٽن تي ريڊيو مينگالينس تان چلي جي عوام کي مخاطب ٿي ڪئي هئي).



# چي گويرا کي ڪيئن قتل ڪيو ويو؟

8 آڪٽوبر 1967ع تي جڏهن بوليويا جي فوج جو هڪ سار جنٽ تيران اُن ڪري ۾ داخل ٿيو، جنهن ۾ چي گويرا وينو هو تہ هن ڏٺو تہ چي گويرا پٽ سان ٽيڪ ڏيئي وينو هو تيران جي اندر گهڙندي ئي زخمي چي گويرا چيس "ترس آئون اُتي بيهان چو تہ تون هڪ جنگ جي ميدان ۾ وڙهڻ واري کي مارڻ وارو آهين".

اُن ڏينهن اهو شخص جسماني طور تي هن دنيا مان هليو ويو، جيڪو اڄ تائين آزادي ۽ انقلاب جي لاءِ وڙهندڙ لکين دلين جي ڌڙڪن آهي، جنهن جي لاءِ شيخ اياز جي لفظن ۾ :

جنهن تي بہ ٿيو جنهن جاءِ ٿيو
سو مون تي ظلم ٿيو آهي،
جيڪو بہ چرو جنهن تي بہ هليو
سو منهنجي رت رتو آهي
ڪا ڀانهن وڍي مون دانهن ڪئي،
ڪو ڪانهن ڪپيو
سو منهنجي ڪنڌيءَ جو آهي.

3 آڪٽوبر 1965 تي ڪيوبا جي صدر فيڊل ڪاستروءَ هڪ وڏي جلسي کي خطاب ڪندي، چي گويرا جو الوداعي پيغام پڙهي ٻڌايو. چي گويرا ڪيوبا حڪومت ۾ پنهنجي سڀني عهدن تان استعفيٰ ڏيندي اهو پيغام ڏنو هو تہ "آئون پنهنجو فرض ادا ڪري چڪو آهيان. جنهن مونکي ڪيوبا جي انقلاب سان لاڳاپي رکيو هو هاڻ آئون اوهان سڀني ڪامريڊن کان، اوهانجي عوام کان، جيڪي اصل ۾ منهنجا پنهنجا آهن، دل جي گهراين سان موڪلائڻ ٿو چاهيان ".

چي گويرا جيڪو نوجوانيءَ ۾ سڄي دنيا ۾ انقلاب آڻڻ جا خواب ڏسندو هو. تنهن ڪيوبا جي انقلاب جي ڪاميابي ڪانپوءِ ٻين ملڪن ۾ بہ انقلاب آڻڻ جو فيصلو ڪيو. چيو وڃي ٿو تہ ان خط کان ست مهينا اڳ 14 مارچ تي چي ۽ ڪاسترو جي وچ ۾ هڪ ڊگهي ملاقات ٿي هئي، جيڪا سڄي رات جاري رهي هئي، ان ملاقات ۾ چي گويرا فيڊل کي چيو تہ هو آفريقا کنڊ ۾ سامراج دشمن جدوجهد کي هٿي ڏيڻ جي لاءِ ميدان ۾ لهڻ ٿو چاهي. هن جي ان موضوع تي الجزائر جي تحريڪ آزاديءَ جي اڳواڻ احمد بن بيلا سان جيڪو ان وقت الجزائر جو صدر هو ڪيترائي ڀيرا ڳالهہ ٻولهہ ڪري چڪي هئي، جنهن

چيس تہ آفريقا ۾ انقلاب آڻڻ لاءِ حالتون گهڻيون سازگار آهن ۽ چي جي راءِ موجب آفريقا سامراج جو سڀ کان ڪمزور لنڪ هو. تنهنڪري هن آفريقا تي ڌيان ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. ان مقصد جي لاءِ چي سڀ کان پهرين ڪانگو ڪنشاسا (جيڪو پوءِ زائر ۽ هينئر ڊيمو ڪريٽڪ ري پبلڪ آف ڪانگو جي نالي سان سڏجي ٿو) ۽ پيٽرس لومبا ( جنهن کي پوءِ سي آءِ ڊي قتل ڪرائي ڇڏيو) جي حامي 'مارڪسٽ سمبا تحريڪ' کي سگهارو ڪرڻ جي لاءِ فوجي آپريشن جي رٿ رٿي، ۽ 24 اپريل 1965ع تي ڪيوباجي بارهن ويڙهاڪ ساٿين سان ڪانگو پهتو. ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ آفريقا ۽ ڪيوبا جا هڪ سئو کان بہ وڌيڪ جانباز اچي گڏيس، هو ڪجهہ وقت گوريلا اڳواڻ لاران ڪا بيلا سان گڏ ڪم ڪندو رهيو. جنهن لومبا جي حامين کي بغاوت منظم ڪرڻ ۾ مدد ۽ سهڪار ڪيو. پر نومبر ۾ ڪانگو جي هٿياربند فوج بغاوت کي چٿي ڇڏيو. چي گويرا پنهنجي ڊائري ۾ لکيو "مون وٽ مڃڻ جي لاءِ ڪوبہ دليل ڪونهي تہ ڪابيلائي اهو ماڻهو جنهن جي هن وقت ضرورت آهي." اڳتي هلي نوي واري ڏاڪي ۾ لاران ڪابيلا زائرجي بدنام آمر جنرل موبوتو جي حڪومت جي تختو اونڌو ڪيو ۽ زائر جي نالو بدلائي، ڊيمو ڪريٽڪ ري پبلڪ آف ڪانگو رکيو ۽ ان جو صدر ٿيو.

چي گويرا، ٽانگا نيڪا نديءَ جي اولهندي ڪناري تي آزاد ٿيل علائقن ۾ ڪانگو ۽ ٻين ملڪن جي باغين کي سکيا ڏيڻ جو مرڪز ناهڻ تي چاهيو. جيتوڻيڪ اُن وقت چي جي عمر 37 سال هئي، پر ڪيوبا جي انقلاب جو تجربو هن کي هو. هن 'سانتا ڪلارا' جي جنگ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. جنهن کانپوءِ باتستا ڪيوبا مان ڀڄڻ تي مجبور ٿي پيو ۽ فيڊل ڪاسترو جي انقلابي حڪومت قائم ٿي هئي.

چي گويرا، ڪانگو جي "سمبا تحريڪ" جي ويڙهاڪن کي ڪميونسٽ نظريي ۽ گوريلا جنگ جي حڪمت عملي سيکارڻ جي سلسلي ۾ گهڻو پر جوش هو. پر ڪانگو وارا چي جي تجربن مان ڪوبہ فائدو وٺي نہ سگهيا. چي پنهنجي "ڪانگو ڊائري" ۾ لکيو تہ "بغاوت جي ناڪاميءَ جو سبب ڪانگو جي رهاڪن تي ڀڙل جٿن جي نا اهلي ۽ انهن جي اندروني ڇڪتاڻ هئي".

چي گويرا، ستن مهينن تائين ڪانگو ۾ رهيو. هو دم جو مريض هو. جيڪو هن جي لاءِ ڪنهن عذاب کان گهٽ نہ هو. اُتي هو پيچش ۾ بہ مبتلا ٿي ويو. سندس ڇهہ ساٿي جيڪي ڪيوبا مان ساڻس گڏ آيا هئا، لڙائيءَ ۾ مارجي چڪا هئا. هن جي خواهش هئي تہ هو آخر تائين ڪانگو ۾ وڙهندي هڪ انقلابي مثال قائم ڪري، پر هن جي باقي بچيل ساٿين ۽ فيڊل ڪاسترو جي زور ڀرڻ تي هو آخري مرحلي تي ڪانگو ڇڏڻ تي راضي ٿي ويو. ڪجهہ هفتن کانپوءِ هن پنهنجي ڪانگو ڊائريءَ جي پيش

لفظ ۾ لکيو ”اها هڪ ناڪام بغاوت جي تاريخ آهي“، چي، ڪيوبا ڇڏي آيو هو جنهن جو اعلان فيدل ڪاسترو هڪ عام جلسي ۾ ڪري چڪو هو تنهن ڪري هو ڪيوبا واپس وڃڻ جي لاءِ تيار نه هو ايندڙ ڇهه مهينا هن دار السلام (تنزانيا) ۽ پراگ (چيڪو سلواڪيا) ۾ گذاريا. ان دوران هن ڪانگو جي باري ۾ پنهنجي يادگيرين ڪانسواءِ به ٻيا ڪتاب به لکيا. جن مان هڪ فلسفي ۽ ٻيو اقتصاديات تي هو تنهن ڪانسواءِ هن اولهه يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن جو دورو پڻ ڪيو ان سڄي عرصي دوران ڪاسترو کيس باربار نياپا موڪليندو رهيو ته واپس ڪيوبا هليو اچيءَ، پرچي جي دل ۾ ڪجهه ٻيو سمايل هو موز ميق جي آزاديءَ جي تحريڪ Frelumo جي نمائندن اطلاع ڏنو ته، 1966ع جي آخر ۾ هنن جي چي سان دار السلام (تنزانيا) ۾ ملاقات ٿي هئي، جنهن دوران چيءَ کين انقلابي جدوجهد جي رٿابندي ۾ مدد ڏيڻ جي آڇ ڪئي، پر هنن اها قبول نه ڪئي. نيٺ 1966ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ يوراگورئو جي جعلي پاسپورٽ تي بوليويا ۾ داخل ٿيو ته جيئن اتي ڪميونسٽ گوريلا تحريڪ جي شروعات ڪري سگهجي، بوليويا جي ڪميونسٽن هڪ ڏورانهن علائقي، نانڪا هئا زور جي ٻيلن ۾ 370 ايڪڙن تي ٻڌل هڪ زمين جو ٽڪرو خريد ڪيو ان جاءِ تي فوجي سکيا ڏيڻ ۾ ڪافي ڏکيايون هيون، پر ان جو ٻيو ڪو متبادل به نه هو جيتوڻيڪ ان ڪانپوءِ چي کي بوليويا جي ڪميونسٽن پاران ٻي ڪا مدد يا سندس خواهش موجب سهڪار ملي نه سگهيو پر هو دل ۾ جان سان پنهنجي مشن ۾ جنبي ويو.

لاطيني آمريڪا مان چي گويرا بوليويا جي چونڊ ان ڪري ڪئي ته بوليويا جون سرحدون پنجن ملڪن سان مليون ٿي ۽ بوليويا جو انقلاب انهن ملڪن تي به اثرانداز ٿي سگهيو ٿي.

مارچ ۽ آگسٽ جي وچ واري عرصي ۾ چيءَ جو گوريلا دستو بوليويا جي فوجي دستن سان لڳاتار ويڙهه ۾ رڌل رهيو انهن ستن مهينن ۾ چي جو فقط هڪ ساٿي ۽ بوليويا جا 30 فوجي مارجي ويا، ان دوران آمريڪي فوج جا ماهر بوليويا جي سيڪنڊ رينجرز بٽالين کي سکيا ڏيڻ ۽ هٿيار فراهم ڪرڻ ۾ مصروف رهيا، اُن سان گڏ سي آءِ اي جي ايجنٽ ”فيلڪس روڊرگز“ کي بوليويا پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو ته جيئن هو غير روايتي جنگ ۽ مواصلاتي رابطن ۾ مهارت جي ذريعي چي ۽ سندس گوريلا دستي کي ختم ڪري سگهي.

ان دوران بوليويا فوج، آمريڪي سي آءِ اي جي مدد سان لڳاتار چيءَ جي پويان لڳل رهي. نيٺ 8 آڪٽوبر تي بوليوياجي فوجي آفيسرن کي اطلاع مليو ته Churro نالي هنڌ تي سترهن گوريلا مورچو ٺاهيو وينا آهن، هنن حملو ڪيو ۽ فائرنگ جي ڏي وٺ ۾ ڪيوبا مان آيل به گوريلا مارجي ويا. چي ۽ سندس ساٿي گهيرو ٽوڙي پنهنجي مارٽر سيڪشن ڏانهن وڌيا، ان دوران هڪ گولي چي جي پير جي مُريي ۾ اچي لڳي، پر هو گهيرو ٽوڙي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

چي گويرا جي آخري لڙائيءَ جي شروعات Quebrado deyuro ۾ اُن هنڌ تي ٿي،
جتي هن جي مرڪزي ڪئمپ هئي، جتي بوليويا جو هڪ ساٿي 'سائمن ڪوبا سارابيا' گوريلن جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. هتي فائرنگ جي ڏي وٺ ۾ چي جي ٽنگ ۾ ڪيتريون ئي گوليون لڳيون، سارابيا کيس فائرنگ واري هنڌ کان پري نيڻ جي ڪوشش ڪئي، ان دوران دشمن جي فائرنگ ۾ سارابيا مارجي ويو. چي پنهنجي سگهه سهيڙي جوابي فائرنگ جي ڪوشش ڪئي، پر هڪ گولي هن جي ٽنگ ۽ ٻي هٿ ۾ اچي لڳي ۽ هٿ مان بندوق ڪري پيس. هڪ بوليوين فوجي بندوق تاڻي هن ڏانهن وڌيو تہ چي رڙڪري چيس، "گولي متان هلائينءَ! آئون چي گويرا آهيان جيڪو تنهنجي لاءِ مئل کان وڌيڪ جيئرو فائدي مند ثابت ٿيندو". لڙائي ختم ٿي ويئي.
جنهن مهل چي کي گرفتار ڪيو ويو ان وقت ڏينهن جا ساڍا ٽي رهيا هئا. کيس فوري طور تي ڪيپٽن پراڊو جي سامهون پيش ڪيو ويو. جنهن مٿين حڪمن موجب چي ۽ سندس ساٿين کي "لاهيگيئرا" موڪلي ڏنو جيڪو اتان کان ستن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي هو جتي کيس هڪ اسڪول ۾ بند ڪيو ويو
صبح جو ڏهين بجي تائين چي جي قسمت جو فيصلو ٿي ويو ۽ هنن چي کي فوري طور تي مارڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اهو طئي ڪيو ويو تہ سرڪاري طور تي جيڪو بيان جاري ڪيو ويندو، اُن ۾ اهو چيو ويندو تہ چيءَ جو موت لڙائي جي دوران گولي لڳڻ سان ٿيو آهي.
صبح جو آمريڪي ايجنٽ، فيلڪس روڊ گر، چي جي ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ هن چي کي بوليوين هاءِ ڪمان جي فيصلي بابت ٻڌايو. روڊرگر جو بيان آهي تہ چي چيو تہ، "اهو تہ ٺيڪ ٿيڻون ئي هو. مونکي ڪنهن بہ صورت ۾ جيئري گرفتاري نہ ڏيڻ کپي ها". پوءِ ٻنهي هڪٻئي سان هٿ ملايو ۽ روڊرگر ٻاهر نڪري ويو.
هڪ ذريعي موجب "لاهيگيئرا" ۾ مقرر اعليٰ آفيسرن، نان ڪميشنڊ آفيسرن کي فيصلي تي عمل ڪرڻ جو حڪم ڏنو تہ هنن اهو طئي ڪرڻ جي لاءِ تہ گوليون ڪير هلائيندو، ڪُٽا ڪڍيا ۽ گولي هلائڻ جو پڪو سارجنٽ 'سائمي تيران' جو نڪتو. هو ڪمري ۾ گهڙيو تہ هن ڏنو تہ چي پٽ سان ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. هن کي ڏسي چي چيو "ترس! آئون اٿي بيهان!" اهو ٻڌي تيران ڊڄي ويو ۽ ڊڄي ٻاهر نڪري ويو. ڪرنل کيس دڙڪا ڏيندي ٻيهر اندر وڃڻ جو حڪم ڏنو. هو ڏڪندو اندر ويو ۽ چي جي ڇهري ڏانهن ڏسڻ کانسواءِ فائر ڪيائين. هڪ گولي چي جي سيني ۾ ۽ ٻي ڪُڪ ۾ لڳي، ان کانپوءِ ڪجهه ٻيا سپاهي، جن ان ڪارنامي ۾ شريڪ ٿيڻ پئي چاهيو اندر گهڙيا ۽ چي جي جسم تي گولين جي بوڇاڙ ڪرڻ کانپوءِ ٻاهر نڪري ويا. ايئن چي موت جي مرڪي آجيان ڪئي، جيئن هڪ پيري

هن چيو هو ”موت جنهن بہ موڙ تي ملندو، اسين مُرڪي سندس آجيان ڪنداسين بشرطيڪ اسانجو جنگ جو نعرو ڪنهن دل ۾ گهر ڪري ويو هجي ۽ ٻيا هٿ اسانجي هٿيارن کي سنڀالڻ لاءِ شوق مان اڳتي وڌن. اسانجو جنازو ماتمي ترانن جي بدران توپن جي گجگوڙ ۾ کڄڻ گهرجي، جنگ ۽ جيت جي نون گيتن سان جيئن فضائن جا هنياءَ ڪنبي وڃن.“

چي جي لاش کي هڪ هيلي ڪاپٽر ۾ وجهي، ولگرانڊا جي فوجي هيڊ ڪواٽر ۾ آندو ويو جتي هن جا هٿ ڪٽي هن جي آڱرين جا نشان ورتا ويا ۽ پوءِ هڪ ويران قبرستان ۾ دفنايو ويو. 15 آڪٽوبر تي بوليويا جي صدر بيرنٽوز بيان جاري ڪيو تہ ”چي جي لاش کي ساڙيو ويو آهي ۽ اها راک ڪنهن اڻ ڄاتل هنڌ تي دفن ڪئي ويئي آهي“.

سالن کانپوءِ پهرين جولاءِ 1995ع تي چي گويرا جي هڪ سوانح نگار جون لي اينڊرسن بوليويا فوج جي هڪ سابق جنرل ماريو ولگاس سيلناس کان انٽرويو ورتو جنهن ٻڌايو تہ چي ۽ سندس ٻين ساٿين کي ولگرانڊا ۾ هڪ پراڻي هوائي اڏي جي ڀرسان هڪ اجتماعي قبر ۾ دفنايو ويو هو ان موقعي تي آئون پاڻ بہ موجود هئس. اينڊرسن 5 جولاءِ 1997ع تي نيويارڪ ٽائمز ۾ ڇپيل پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو ”بہ ماهر سئو سيڪڙو يقين سان اها دعويٰ ڪري رهيا آهن تہ هنن ولگرانڊا جي ڀرسان اها قبر ڳولهي ورتي آهي، انهن مان هڪ لاش جو پنجرو يقيني طور تي چي گويرا جو آهي ڇو تہ هن جا ٻيئي هٿ غائب آهن. ان کانپوءِ ڊي اين اي ٽيسٽ مان بہ اهو ثابت ٿي ويو تہ اهو پنجرو چيءَ جو هو.“

ان رپورٽ کانپوءِ 13 جولاءِ 1997ع تي چيءَ جي لاش جو ڍانچو ڪيوبا جي گاڏي جي هنڌ هوانا آندو ويو جتي هن جي ياد ۾ هڪ تقريب جو بندوبست ڪيو ويو. جنهن ۾ صدر فيڊل ڪاسترو بہ شرڪت ڪئي، پوءِ سانتا ڪلارا ۾ جتي چي باتستا کي زبردست شڪست ڏني هئي، هڪ شاندار تعزيتي ميڙ جو بندوبست ڪيو ويو. جنهن ۾ پڻ فيڊل ڪاسترو سميت هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي، چي جو مقبرو سانتا ڪلارا ۾ آهي جتي هر سال سڄي دنيا مان لکين ماڻهو اچي کيس خراج عقيدت پيش ڪندا آهن.

چي جي زندگيءَ تي سڄي دنيا ۾ سوين ڪتاب، ۽ فلمن کانسواءِ اڻ ڳڻيا مضمون شعر ۽ ڊراما لکيا ويا. هن جا مجسما ڪيوبا جي هر شهر ۾ کُتل آهن ۽ ڪيوبا حڪومت جي سرڪاري آفيسن ۾ هن جون تصويرون لڳل آهن ۽ اڄ بہ سڄي دنيا جي هزارين آزادي ۽ انقلاب پسند نوجوانن جي لاءِ چي هڪ انقلابي رومانس جي حيثيت رکي ٿو اڄ وينزيو يلا جو انقلابي ۽ سامراج دشمن صدر هيو گو شاويز ۽ هن جو هم خيال بوليويا جو صدر ايوو موراليس اڪثر اهڙين ٽي شرٽس ۾ نظر ايندا آهن جن تي چي

جي مشهور تصوير ڇپيل هوندي آهي، اڄ چي هن دنيا ۾ موجود ڪونهي، پر لاطيني آمريڪا ۾ شاويز جي اڳواٽي ۾ چي جا هم خيال آمريڪي ظلمن جي خلاف هڪ نئن صف بنديءَ ۾ رڌل آهن.



# چـــي گـــويـــرا
## سامراج دشمني جي خلاف جدوجهد ۽ آزاديءَ جو استعارو

آمريڪا جي مين اسٽريم ميڊيا سدائين ”وائٽ هائوس“ جي اطاعت گذار رهي آهي. آمريڪي انتظاميہ جي مفادن جو بچاءُ ڪرڻ چڻ تہ سندس فرضن ۾ شامل آهي ۽ ڪيس حقيقت جي آرسيءَ تي من پسند رنگ چاڙهڻ ۾ خاص مهارت حاصل آهي. آمريڪي بالادستي ۽ جارحيت جي خلاف جدوجهد ڪندڙ قومن ۽ شخصيتن جي ڪردار تي ”بَدي“ جو ليبل هڻڻ جو هنر تہ ڪو ڪانئس سکي. جديد ٽيڪنالاجي ۽ اڻ ڳڻين مادي وسيلن جي ڪري ڪيس سندس ڪيل پروپيگنڊا سيڪنڊن ۾ سڄي دنيا ۾ پکڙجي وڃي ٿي ۽ ڪيترائي ماڻهو حالتن ۽ واقعن کي ان ئي ڪسوٽي تي پرکين ٿا. هن پاران ”هيرو“ کي ”ولين“ ۽ ”ولين“ کي ”هيرو“ بنائڻ ۾ دير ئي نٿي ٿئي. آزاديءَ جي جدوجهد کي دهشتگرديءَ جي خاني ۾ قيد ڪيو ويندو آهي ۽ جيڪو غلامي ڪرڻ کان نابري ٿو واري، تنهن تي عذاب جا دروازا کوليا ٿا وڃن. آمريڪي ميڊيا ۽ آمريڪي انتظاميہ لاطيني آمريڪا جي عظيم هيري چي گويرا کي بہ دهشتگرد قرار ڏنو هو. ۽ ان جي قتل ۾ جيڪو ٻچڙو ڪردار ادا ڪيو هو، ان جي باري ۾ سوين مضمون ۽ ڪيترائي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ۽ هاڻ تہ ڳجها دستاويز بہ سامهون اچي چڪا آهن، جيڪي ”فريڊم آف انفارميشن ايڪٽ“ تحت آمريڪا جي ”نيشنل سيڪيورٽي آرڪائيوز“ مان حاصل ڪيا ويا آهن. انهن ڊي ڪلاسيفائيڊ دستاويزن جي اڀياس مان اها ڳالهہ پڌري ٿئي تہ چي گويرا جي قتل جي سازش ۾ نہ رڳو سي آءِ اي اڳري هئي، پر خود آمريڪا جو صدر ’لنڊن بي جانسن‘ ان شرمناڪ مهم ۾ ذاتي طور تي بہ شريڪ هو. اها بہ ڳالهہ آهي، چي جي قتل جي پنجيتاليهن سالن کانپوءِ بہ چي گويرا، جنهن کي سندس پرستار ”چي“ جي نالي سان سڏين ٿا، دنيا جي آزادي پسندن ۽ انقلابين جي لاءِ هڪ فخر جوڳو ۽ روشن ستارو آهي. هن جي شاندار تصوير، جنهن ۾ هن جي ٽوپيءَ تي هڪ ڳاڙهو ستارو جڳ مڳائيندو رهيو آهي، اڄ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ نظر اچي ٿو. ٽين دنيا پنهنجي جاءِ تي، پر يورپ ۽ آمريڪا ۾ بہ اهڙين ٽي شرٽس، جيڪٽن ۽ ٽوپين، پوسٽر ۽ ڪيترين ئي شين نظر اچن ٿيون، جن تي ”چي“ جي تصوير نقش ٿيل آهي ۽ ان تصوير سان گڏ پانت پانت جا بيج بہ نوجوانن جي سينن تي لڳل نظر اچن ٿا.“

چي گويرا جي اها تصوير ڪيوبا جي فوٽوگرافر ”البرٽوڪورڊا“ 5 مارچ 1960ع تي ڪيوبا جي گاديءَ جي هنڌ ”هوانا“ ۾ ڪڍي هئي. آمريڪا جي رياست ”ميري لينڊ“ ۾ قائم مشهور ”ميري لينڊ انسٽيٽيوٽ ڪالج آف آرٽ“ ان تصوير کي ويهين صديءَ جي سڀ کان مشهور تصوير ۽ ”ويهين صديءَ جي سڀ کان مشهور علامت“ قرار ڏنو آهي. فوٽوگرافيءَ جي تاريخ جي ناليري ماهر ’وڪي گولڊبرگ‘ پنهنجي ڪتاب ”پاور آف فوٽوگرافي“ ۾ لکيو آهي ته: ”چي جي ان تصوير ايترو ڪجهه ته حاصل ڪري ورتو آهي، جيترو ”چي“ پنهنجي زندگيءَ ۾ به حاصل ڪري نه سگهيو هو.“ اٽليءَ جي مشهور اديب گلي يان اسڪائيپي 1988ع ۾ ان تصوير جي مونا ليزا جي تصوير سان ڀيٽ ڪندي لکيو هو: ”ان تصوير ۾ ”چي“ جي متلاشي اکين ۾ ان دؤر جا مثالي تصور جهلڪيون ڏيندا محسوس ٿين ٿا.“ ٻي پاسي آرٽ مستورين ۾ ”چي“ جي زندگيءَ تي مشهور ڪتاب ”چي گويرا: ديوتا: پيغام“ جي ليکڪ ”ڊيوڊ ڪنز“ ان تصوير جي تشهيري عمل جو تجزيو ڪندي لکيو آهي: ”دراصل ڪارپوريٽ ميڊيا پنهنجي ڪل جوڳي روايتن موجب هڪ انقلابيءَ کي ڪاٻي ڌر جي پاپ اسٽار ۾ بدلائي ڇڏڻ تي چاهي.“

چي گويرا جي شخصيت بابت شايد سڀني کان ڀرپور تجزيو هن دؤر جي عظيم دانشور ژان پال سارتر پيش ڪيو هو. هن چيو هو: ”چي اسان جي دؤر جو مڪمل ماڻهو هو.“ عالمي شهرت يافته اديب گيبريل گارشيا مارڪيز چيو ته: ”هو ”چي“ جي باري ۾ هزار سالن تائين لکي سگهي ٿو ۽ لکين ڪروڙين لفظ لکي سگهي ٿو.“ چي گويرا کي 9 – آڪٽوبر 1967ع تي بوليويا جي فوجين، جن کي سي آءِ اي جي خصوصي تربيت سان گڏ جديد هٿيار به حاصل هئا، زخمي حالت ۾ گرفتار ڪري، پوءِ قتل ڪري ڇڏيو هو. چو ته بوليويا جي آمر حڪومت سان گڏ آمريڪا به هن جي وجود مان جند ڇڏائڻ ٿي چاهي. جيتوڻيڪ اڄا تائين ”چي“ جي باري ۾ ڪيترائي ڳجها دستاويز سامهون نه آيا آهن. پر آمريڪا جو ملندڙ ڊي ڪلاسيفائيڊ رڪارڊ ان سازشن مان پردو کڻڻ بابت چڱي خاصي ڄاڻ مهيا ٿو ڪري.

هيٺ جيڪي دستاويز پيش ڪيا پيا وڃن، اهي اصل عنوانن سان سن وار ۽ ان سڄي ڪارروائي تان پردو کڻن ٿا.

**چي گويرا جو زوال ۽ ڪيوبا جي انقلاب جو بدلجندڙ چهرو**

**(18 – آڪٽوبر 1965ع)**

هيءَ يادداشت، سي آءِ اي جي هڪ نوجوان تجزيي نگار ’برائٽن لنيٽل‘ لکيو هو. هن ان تجزيي ۾ لکيو هو: ”ڪيوبن انقلاب جي مشهور اڳواڻ جي حيثيت سان چي گويرا جي حيثيت ۾ فرق اچي چڪو آهي ۽ هن جون جوڙيل پاليسيون ختم ڪيون ويون آهن. هن جي تيز رفتار صنعت ڪاريءَ، معيشيت (فيڊل ڪاسترو جي اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ) ان کي سڀ کان هيٺين سطح تي پهچائي ڇڏيو هو. جيتريقدر پرڏيهي پاليسين جو تعلق آهي ته هو پنهنجي اٽل انقلابي مؤقف کان تر جيترو به پنتي هٽڻ جي لاءِ تيار ڪونهي، جڏهن ته ڪيوبا جا ٻيا انقلابي اڳواڻ پنهنجو ڌيان داخلي مسئلن تي ڏيئي رهيا آهن.“ ڪيوبا مان چي گويرا جي روانگي جي باري ۾ ان تجزيي نگار لکيو: ”ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته انقلاب برآمد ڪرڻ جي باري ۾ ڪاسترو جو محتاط رويو ۽ سندس مختلف اقتصادي پاليسيون ”چي“ جي زوال جو سبب بڻيون.“

## بوليوين فوج جي تنظيم ۽ سکيا جي باري ۾ يادداشت

(28_ اپريل 1967ع)

هي يادداشت بوليويا ۾ مقرر ”آمريڪي ملٽري گروپ“ جي ڪمانڊر لکيو ۽ ان سان گڏ بوليويا جي ڪمانڊر انچيف به اُن تي صحيحون ڪيون. ان يادداشت مؤجب بوليويا ۾ ”سيڪنڊ رينجرز بٽالين“ جوڙي وئي آهي، جنهن جو مقصد چي گويرا ۽ سندس ساٿي گوريلن جو خاتمو ڪرڻ هو. ان ناهه ۾ وضاحت سان اهو چيو ويو آهي ته ”آمريڪي خصوصي فوج“ جي هٽ هيٺ ”گرين بيريٽ ٽيم“ تيزيءَ سان نتيجا حاصل ڪرڻ جي لاءِ مضبوط فوجي دستا ٺاهيندي، جيڪي تيزيءَ سان باغين جو خاتمو ڪندا.“ آڪٽوبر جي مهيني ۾ آمريڪي فوج ۽ سي آءِ اي جي سهڪار سان چي گويرا جي ڇاپي مار دستي سان جهڙپن جو سلسلو شروع ٿيو ۽ نيٺ ”چي“ کي گرفتار ڪيو ويو.

## وائٽ هائوس يادداشت

(11_ مئي 1967ع)

هن يادداشت جي ذريعي صدر ’لنڊن بي جانسن‘ کي چي گويرا جي ڇاپي مار دستن جي خلاف ٿيندڙ فوجي ڪارروائين کان واقف ڪيو ويو هو ۽ اهو ٻڌايو ويو ته هو هينئر ڪٿي ڪٿي سرگرم عمل آهي. اها يادداشت صدر جي صلاحڪار والٽر روسٽر لکي هئي.

## سي آءِ اي جو تار_ پيغام

(17ـ آڪٽوبر 1967ع)

سي آءِ اي جي هن دستاويز ۾ سيپٽمبر 1966ع کان جون 1967ع تائين جي ڄجهن اطلاعن جو خلاصو پيش ڪندي اهو ٻڌايو ويو آهي تہ بوليويا ۾ چي گويرا جي مشن جي باري ۾ ڪيوبا ۽ سوويت يونين جي صدر ليونڊ برزنيف جي وچ ۾ اتفاق راءِ نٿو ڏٺو وڃي ۽ ان لاءِ جون 1967ع ۾ برزنيف وزيراعظم اليوڪسئي ڪوسيجن کي ڪيوبا موڪليو هو ۽ ڪوسيجن، ڪاسترو سان ملاقات جي دؤرن اهو الزام هنيو هو تہ گوريلا سرگرمين جي حمايت ڪري، ڪيوبا عالمي ڪميونسٽ تحريڪ کي نقصان رسائي رهيو آهي. جواب ۾ ڪاسترو، سوويت يونين تي الزام هنيو تہ هو خود انقلابي روايتن کان منهن موڙي رهيو آهي ۽ اهڙي منزل تي پهچي چڪو آهي، جتي هو هر انهيءَ انقلابي تحريڪ جي حمايت ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندا، جيڪا سوويت يونين جي پنهنجن مقصدن سان هم آواز نہ هوندي.

وائٹ هائوس يادداشت

(9ـ آڪٽوبر 1967ع)

صدر جانسن جي نالي هيءَ يادداشت سندس صلاحڪار روسٽر لکي، جنهن ۾ لکيو ويو تہ اڻ تصديق ٿيل اطلاعن موجب بوليوين ٻڌالين، جنهن کي اسان سکيا ڏني هئي، "چي گويرا" کي ماري ڇڏيو آهي.

وائٹ هائوس يادداشت

(10ـ آڪٽوبر 1967ع)

ٻئي ڏينهن ان يادداشت ۾ اهو چيو ويو آهي تہ اجا اها ڳالهہ يقين سان چئي نٿي سگهجي تہ 8 آڪٽوبر جي ڪارروائي جي دؤران مرندڙن ۾ چي گويرا شامل هويا نہ.

وائٹ هائوس يادداشت

(11ـ آڪٽوبر 1967ع)

روسٽر، صدر جانسن جي نالي ان يادداشت ۾ لکيو: "اسين نوانوي سيڪڙو يقين سان چئي سگهون ٿا تہ چي گويرا مارجي ويو آهي." اڳتي هو لکي ٿو: "ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ اسين اهڙين بغاوتن مان گذرندڙ ملڪن کي جيڪي احتياطي دوائون ڏيون ٿا، اهي ڏاڍايون ڪارائتيون ۽ اثرائتيون آهن. ڪيس بوليويا جي سيڪنڊ رينجرز ٻٽالين بي وس ڪيو آهي، جنهن کي هن سال اسان جي گرين بيريٽس جون ۽ سيپٽمبر جي وچين عرصي ۾ سکيا ڏني هئي."

## سي آءِ اي جي ايجنٽ فيلڪس روڊ رگر جي رپورٽ

(3_ جون 1976ع)

جڏهن چي گويرا کي ماريو ويو تہ ڪيوبا ۾ مقرر سي آءِ اي جي ايجنٽ فيلڪس روڊ رگر موقعي واردات تي موجود هو. بوليويا ۾ هو هڪ بوليوين فوجي آفيسر جي روپ ۾ هو ۽ اتي فيلڪس راموس جي نالي سان سرگرم هو. ان جي رپورٽ جيڪا هڪ صحافي ڊيوڊ ڪورن "ڊي ڪلاسيفائيڊ دستاويزن" مان حاصل هئي. فيلڪس اعتراف ڪيو آهي تہ سي آءِ اي ڪيس ۾ هڪ ٻي ايجنٽ 'گستا وولڊو' کي، ان لاءِ بوليويا موڪليو هو تہ هو چي گويرا کي گرفتار ڪرڻ ۽ سندس گوريلا جٿن کي تباهہ ڪرڻ ۾ بوليويا جي فوجي بٽالين جي مدد ڪن. (دراصل فيلڪس ۽ گستا، بوليويا ۾ مقرر سي آءِ اي جي ان ٽيم ۾ شامل هئا، جيڪا ڪيترن ئي ايجنٽن تي ٻڌل هئي) ان مشن جا تفصيل ٻڌائيندي فيلڪس چيو تہ "چي" جي گوريلا جٿي جي هڪ رُڪن جي گرفتاريءَ کانپوءِ هو پڇاڳاڇا جي دؤران ڪانئس ڪيترين ئي اهم ڳالهيون معلوم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ اُن معلومات جي آڌار تي سيڪنڊ رينجرز بٽالين کي مشورو ڏنو تہ هو پنهنجو ڌيان Vligranda جي علائقي تي ڏين، ڇو تہ ان وقت "چي" جا گوريلا دستا ان علائقي ۾ منتقل ٿي ويا آهن. اهو فيلڪس ئي هو جنهن بوليويا جي فوجي هاءِ ڪمان پاران higuera Lao ۾ مقرر بوليويا جي فوجي آفيسرن کي ٽرانسسٽر تي اهو پيغام موڪليو هو تہ قيدي "چي گويرا" کي ماريو ويو آهي. هن کين اها هدايت ڏني تہ چي جي منهن کي نشانو بنايو وڃي تہ جيئن هن جا زخم ويڙهہ جي دؤران لڳندڙ زخمن کان مختلف نظر نہ اچن ۽ اهو فيلڪس ئي هو جنهن پاڻ ئي چي کي اهو اطلاع ڏنو هو تہ کيس قتل ڪرڻ جو فيصلو ٿي چڪو آهي. چي جي قتل کانپوءِ فيلڪس چي جي روليڪس گهڙيءَ تي قبضو ڪري ورتو ۽ ايندڙ ڪيترن ئي سالن تائين هو اها گهڙي فخريا انداز ۾ اخباري خاطوئن کي ڏيکاريندو هو.

## چي گويرا جي موت جي تصديق بذريعہ ڪيبل

(18_ آڪٽوبر 1967ع)

چي جي گرفتاريءَ جي ڏهن ڏينهن کانپوءِ بوليويا ۾ آمريڪا جي مقرر ٽيل سفير 'ڊيگس هينڊرسن' واشنگٽن کي اطلاع ڏنو تہ چي گويرا کي قتل ڪيو ويو آهي. ان دستاويز ۾ چي جي پوسٽ مارٽم جي رپورٽ ۽ چي جي وڍيل هٿن جي آڱرين جي نشانن جو تجزيو شامل هو. چي جا ٻئي هٿ سي آءِ اي جي ايجنٽ گستا وولڊو جي نگرانيءَ ۾ ڪپيا ويا هئا تہ جيئن اهو ثبوت فراهم ڪري سگهجي

تہ هو واقعي بہ مري چڪو آهي. سندس لاش کي ڳجهي نموني Vilagranda جي اُجاڙ قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو هو جتان اهو 1967ع ۾ ڪڍيو ويو. ان ڪيبل ۾ سفير هينڊرسن لکيو: ”ڪنهن بہ دستاويز ۾ اهو نہ ٻڌايو ويو تہ موت ڪهڙي وقت ۽ ڪهڙي ڏينهن ٿيو. ڇاڪاڻ تہ ان کان اڳ فوجي ذريعن کان جيڪي بيان جاري ٿي چڪا آهن، اهي هڪٻئي کان مختلف هئا. ڪنهن ۾ اهو ٻڌايو ويو تہ هو لڙائي جي دؤران مارجي ويو. ڪڏهن اهو چيو ويو تہ هو جنگ ختم ٿيڻ کان ڪجهہ دير پوءِ مري ويو ۽ ڪڏهن وري اهو ٻڌايو ويو تہ هو گهٽ ۾ گهٽ چوويهن ڪلاڪن تائين جيئرو رهيو.

## ڏکڻ ڪمان، سيڪنڊ رينجرز بٽالين ۽ چي جو موت

هيءَ دستاويز ”يو ايس اسپيشل فورسز گروپ“ ۽ بوليويا جي سيڪنڊ رينجرز بٽالين جي آفيسرن جي وچ ۾ ٿيندڙ ”ڊي بريفنگ“ بابت آهي ۽ بوليويا ۾ مقرر يو ايس موبائل سکيا ٽيم جي هڪ رڪن جي ان ڳالهہ ٻولهہ تي ٻڌل آهي، جيڪا هن بوليويا جي اعليٰ ڪمانڊرن سان ڪئي هئي. ان ۾ چي گويرا جي گوريلا جٿي سان ٿيندڙ لڙائين جو ذڪر شامل آهي. ان کانسواءِ چي جي گرفتاري ۽ کانئس ڪيل پُڇاڳاڇا ۽ مارڻ جي واقعي جو تفصيلي ذڪر شامل آهي. البتہ ان ۾ سي آءِ اي جي ايجنٽ فيلڪس جو ذڪر ڪونهي، جيڪو قتل وقت اتي موجود هو. رپورٽ ۾ چيو ويو آهي تہ چي ان فوجي کي، جنهن کيس شوٽ ڪيو مخاطب ٿي آخري لفظ چيا: ”خبر اٿئي تہ تون هڪ مڙس ماڻهو کي پيو مارين.“

## اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ _ گويرا جو موت

## لاطيني آمريڪا جي نظر ۾

(12_ آڪٽوبر 1967ع)

هيءَ رپورٽ اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ جي ”بيورو آف انٽيليجنس اينڊ ريسرچ“ جي هڪ اهم رڪن ٿامس ميوز جي ان تجزيي تي ٻڌل آهي تہ ”ڪيوبا جي انقلابي حڪمت عمليءَ جي سڀ کان اهم اڏيندڙ (چي) جي شڪست ڪهڙي اهميت ٿي رکي.“ رپورٽ ۾ ٿامس اها اڳ ڪٿي ڪئي آهي تہ ”لاطيني آمريڪا ۾ چي گويرا کي هڪ اهڙي مثالي انقلابيءَ جي حيثيت سان خراج عقيدت پيش ڪيو ويندو، جنهن ڪنهن سورمي جيان موت کي ڳلي سان لڳايو.“ پر بوليويا ۾ هن جي ناڪامي هن خطي ۾ پُرامن رستي تي هلندڙ ڪميونسٽ گروپن کي مضبوط ڪندي. ميوز اها بہ راءِ پيش ڪئي

تہ: ”ڪاسترو ڪي ڪابي ڌر جي پراڻين پارٽين پاران تنقيد ڪي منهن ڏيڻو پوندو پر هن خطي جي نوجوانن تي سندس سحر نہ ٽٽندو.“

### فارن براڊ انفارميشن سروس
(19_آڪٽوبر 1967ع)

سوڳ جي ٽين ڏينهن 18_ آڪٽوبر 1967ع تي فيڊل ڪاسترو”هوانا“ ۾ ڏهہ لک ماڻهن جي ميڙ کي خطاب ڪندي چي گويرا کي خراج عقيدت پيش ڪيو. ٻي ڏينهن سي آءِ اي جي ٽرانسڪرپشن ايجنسي، جيڪا سڄي دنيا جون خبرون رڪارڊ ڪندي آهي، ان تقرير جو متن حڪومتي عهديدارن کي روانو ڪيو. ان تقرير ۾ ڪاسترو چيو هو: ”چي انقلابي جنگ جو باڪمال ماهر هو جيڪي ماڻهو سندس موت تي ڪڇيون هڻي رهيا آهن (آمريڪا)، اهي خام خياليءَ ۾ ٿا رهن. جيڪي ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ چي جو موت سندس نظرين، سندس گوريلا جنگ جي حڪمت عمليءَ جو موت آهي، اهي خيالي جنت ۾ رهن ٿا.“ ان تقرير جي پُڄاڻي ڪاسترو هنن لفظن سان ڪئي: ”اسين پنهنجن ٻارن جي باري ۾ ڪهڙي خواهش ٿا رکون؟ اسان کي پنهنجي انقلابي شعور جي شدت سان اهو چوڻ گهرجي تہ اسين ٻارن جي دلين ۾ چي کي ڏسڻ ٿا چاهيون.“



# نڪيتا خروشيف جي
# عروج ۽ زوال جي ڪهاڻي

پراچين روس ۾ سدائين زارن ۽ اهڙين شخصيتن جي عزت ڪئي ويندي هئي، جيڪي طلسماتي، تخيلاتي، عوام جي لاءِ ڳجهارت، ماڻهن جي سمجهه کان مٿاهين، ڪيترين خوبين ۽ خاصيتن جي مالڪ هجي. اهڙن ماڻهن ۾ ايوان گردزني، عظيم پيٽر ۽ راسپوٽين جهڙن ماڻهن جا نالا سر فهرست آهن.

1917ع جي آڪٽوبر انقلاب کان پوءِ ”ولاديمير ايليچ لينن“ جي عظيم شخصيت اهڙي هئي، جيڪا روسي عوام جي اهڙين مڙني قسم جي خواهشن کي پورو ڪندي هئي. لينن پنهنجي علم ۽ فضل ۾، تحرير ۽ تقرير ۾، انتظامي صلاحيت ۾، ڪامل هو ۽ سڄي روس ۾ عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو هو.

1924ع ۾ لينن جي موت کان پوءِ سڄي ملڪ جو انتظام ۽ طاقت اسٽالن جي هٿ ۾ اچي ويئي، جنهن لينن کي سندس بيماريءَ جي دوران ئي حڪومت ۽ سياست کان ڌار ڪري ڇڏيو هو ۽ پوءِ هڪ ظالم ۽ ڊڪٽيٽر جي حيثيت سان ٽيهن سالن تائين لامحدود اختيارن سان ملڪ تي راڄ ڪندو رهيو. سندس زماني ۾ 22 ملين کان به وڌيڪ سوويت عوام جيلن ۽ جبري ڪئمپن ۾ ختم ٿي ويو ۽ لکين ماڻهو يوڪرين ۽ روس ۾ بک وگهي مري ويا.

پر، هن وقت ڳالهه اسٽالن جي ظلمن جي نه پئي ٿئي، بلڪ اُن شخصيت جي پئي ٿئي، جيڪو اُن آمر جي مرڻ کان پوءِ اقتدار ۾ آيو. اهو ڪيئن ٿيو. ته 1953ع ۾ اسٽالن جي مرڻ کان پوءِ، نڪيتا خروشيف سوويت يونين جو اڳواڻ بنيو.

اسٽالن پنهنجي موت کان اڳ انهن سڀني ماڻهن کي جيڪي سندس مد مقابل ٿي سگهيا ٿي، پارٽيءَ کان پاڪ ڪري ڇڏيو. 13 هين ڪانگريس ۾، پريذيڊيم جيڪا پولٽ بيورو جي حيثيت سان ڪم ڪندي هئي، جي ميمبرن جو تعداد گهٽايو ويو. هن ملاٽوف ۽ ميڪويان کي به هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪي اسٽالن جا معتبر ساٿي ليکيا ويندا هئا. ماڻهن ڏٺو ته، هن جو خاص مقصد بعد ۾ ايندڙ ساٿين کي رستي تان هٽائڻ آهي. پر عجيب ڳالهه اِها آهي جو اسٽالن جي نظر خاص طور تي خروشيف تي چو نه پئي، هن خروشيف جي ذات ۾ مستقبل ۾، پنهنجي شخصيت پر ستيءَ جو گور ڪن چو نه ڏٺو؟

پنج سئو سال اڳ ميڪا ولي چيو هو تہ ”بروٽس، سيزر تي سگهيو ٿي، جيڪڏهن هو پنهنجي پاڻ کي هن جي سامهون بي وقوف ثابت ڪري ها“ ۽ خروشيف ڪنهن حد تائين ائين ڪري ڏيکاريو. اسٽالن جي رات جي محفلن ۾ جيڪي ماسڪو جي پرپاسي، ڪاٽيجر ۾ منعقد ٿينديون هُيون (ياد رهي تہ اسٽالن جا ماسڪو جي آسپاس ڪئين ڪاٽيجز هئا، جن ۾ هو آرام ڪندو هو.) جن ۾ مالڪ (اسٽالن) جي چوڻ تي هو يو ڪرائن جي ڪو پڪ ناچ ڪرڻ تي بہ ڪڏهن عار محسوس نہ ڪندو هو.

ماڻهن خروشيف جو حُليو اجان تائين نہ وساريو آهي. ويڪرو منهن، مٿو گنجو ٽلهو نڪ، وڏا ۽ اڳيان نڪتل ڪن، پنهنجي حليي ۽ عادتن جي ڪري هو هڪ هاري گهراڻي جو فرد لڳندو هو. هو سگهارو، تيز ۽ خوش مزاج ماڻهو هو. ڳالهائڻ وقت هن جا ننڍا ننڍا ڍگها هٿ لڳاتار اشارا ڪندا رهندا هئا. هن جو عوامي انداز ماڻهن تي خاص اثر وجهندو هو. فقط هن جون نيريون اکيون جيڪي اندر ڌيل هونديون هيون ۽ ڪافي تيز هونديون هيون پُڏائينديون هيون تہ سندس اندر ۾ هڪ وڏو سياستدان لڪيل آهي، جيڪو ڪڏهن باهہ آهي تہ ڪڏهن پاڻي ۽ ماڪي. وقت اچڻ تي هو وڏي ۾ وڏو فيصلو ڪري سگهي ٿو.

خروشيف جو سياسي رليڊر طور اُڀري اچڻ هڪ اتفاق نہ هو. هو انهن ماڻهن مان هو جيڪي اسٽالن حڪومت جي ڪيترين ئي پاليسين سان، مڪمل طور تي سهمت نہ هئا. جيڪو سياست ۾ جمهوري عمل جي حق ۾ زراعت ۽ صنعت ۾ زبردستي جي طريقن جو مخالف هو. اسٽالن جبر ۽ ظلم جي باوجود بہ، ان سوچ کي پارٽيءَ مان مڪمل طور تي فنا ڪري نہ سگهيو هو. اُن حساب سان خروشيف جو طاقت ۾ اچڻ هڪ قدرتي ڳالهہ هئي.پر اهو بہ واضح رهي تہ اُن ۾ هڪ وڏو عنصر اتفاق جو بہ هو. جيڪڏهن اسٽالن گروپ سندس موت کان هڪدم پوءِ 1953ع ۾ هڪ هنڌ گڏ ٿي وڃي (جيئن 1957ع ۾ ٿيو) ها، تہ خروشيف ڪنهن بہ صورت ۾ سوويت يونين جو ليڊر نہ ٿي سگهي ها ۽ سويت يونين جي تاريخ ٻي هجي ها.

لينن جي موت کان پوءِ اسٽالن وڏي پئماني تي پارٽيءَ مان ڇانٽي ڪئي ۽ هزارن جي حساب سان، انقلاب کان اڳ جي ميمبرن کي، پارٽيءَ مان ڪڍيو ۽ بعد ۾ انهن کي جبري ڪئمپن ۽ جيلن ۾ وجهي جسماني طور تي ختم ڪيو. 1925ع ۾ پارٽيءَ مان هڪ لک ميمبرن کي ڪڍيو ويو، جن ۾ وڏو تعداد استادن، پروفيسرن وغيرهہ جو هو. اهو عمل لڳاتار جاري رهيو. جنهن ۾ ٽراٽسڪي، ڪامنيف، زنوئيف ريڪوف جهڙا ناليرا اڳواڻ ۽ بعد ۾ بخارن وغيره ۽ سندس ساٿين جو جيلن ۾ قتل عام آهي، جن انقلاب آندو. 1917ع جي ڪانگريس جي 137 ڊيليگيٽن مان 98 کي ختم ڪيو ويو هو. ان ئي

ڪانگريس ۾ خروشيف کي پارٽي جي سينٽرل ڪميٽيءَ جو اميدوار ميمبر چونڊيو ويو.
هن ماسڪو شهر ۽ ضلع جي پارٽي جي فرسٽ سيڪريٽري، يوڪرائن جي فرسٽ سيڪريٽري جي حيثيت سان بہ ڪم ڪيو. 1939ع ۾ هو پولٽ بيورو جو ميمبر هو. 17هين ڪانگريس ۾ هن اسٽالن جي تعريف ۽ ساراهہ ۾ هن ڀرپور تقرير ڪئي هئي ۽ چيو هو تہ هو اسٽالن جي شخصيت مان روحاني فيض حاصل ڪري ٿو ۽ هن جو پُر خلوص مداح آهي. بعد ۾ هُن اعتراف ڪيو تہ هو اُن وقت مٿس ڀرپور اعتماد رکندو هو ۽ هن اها ڳالهہ نہ سمجهي هئي تہ هو بلڪل لينن جي شخصيت جو ضد آهي. هن جو ان ڳالهہ کي نہ سمجهڻ ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ ان وقت پارٽيءَ جو ليڊر ڪيتري نہ هيٺين سطح رکندو هو ۽ عام ماڻهن جي ڳالهہ ئي ٻي آهي. هن ملڪ جي گهرو لڙائي ۽ ٻي جنگ عظيم ۾ بہ حصو ورتو هو. هو جنگي ڪونسل جو ميمبر بہ هو ۽ جنگ عظيم ۾ سندس وڏو پُٽ مارجي ويو هو.

خروشچيف، جنهن وقت اقتدار سنڀاليو ملڪ جي حالت بگڙيل هئي، صنعت ۾ نين ٽيڪنڪس جي گهرج هئي. ڳوٺ، غربت جي آخري حد تي هئا، رهائشي گهرن جي حد کان وڌيڪ کوٽ هئي، عوام جو معيار زندگي انتهائي ڪريل هو. لکن جي تعداد ۾ ماڻهو جيلن ۽ جبري محنت جي ڪئمپن ۾ زندگيءَ جي آخري ساهن جي لاءِ وڙهي رهيا هئا، ملڪ کي سڄي دنيا کان جڻ ڪٽيو ويو هو. انهن سيني شين جو مطالبو هو تہ ملڪ جي سياست ۾ انقلابي ۽ لبرل تبديلون آنديون وڃن.

خروشيف کي هڪ وڏي ريفارمسٽ، امن ۽ خوشحاليءَ جي رهبر ۽ رهنما جي حيثيت سان سوويت تاريخ ۾ ڏسي سگهجي ٿو. ڇو تہ سندس جدوجهد جو اهوئي مقصد هو کيس جدت سان پيار هو هن زراعت جي ڀيهر ابتدا ڪئي. فارمن جي ماڻهن کي ڀهريون ڀيرو آمريڪا ۽ ڪئناڊا موڪليو تہ جيئن اُتان جي ٽيڪنڪ ۽ طريقا سکي اچي هتي استعمال ڪن. مقامي سوويتن کي معاشي طور تي آزاد ۽ خود ڪفيل بنائڻ، تيزيءَ سان رهائشي گهرن جي اڏاوت، ٽيڪنيڪل طور تي وکريل صنعت کي اڳيان وڌائڻ، نيون مشينون لڳائڻ، هارين جي لاءِ پينشن، ملڪ جي بنيادي قانونن جي نئين سر تجديد، پارٽي پروگرام جي تياري ۽ ريفارم، اولهہ جي ملڪن سان تعلقاتن جي بحالي، سرد جنگ جو خاتمو ۽ پر امن بقاءِ باهم جي اصولن جي بنياد تي ساڻن واپار. هن جو خيال هو تہ ملڪ انهن شين کان سواءِ اڳيان وڌي نہ ٿو سگهي ۽ ترقيءَ جي لاءِ اهي سڀ ضروري آهن. هو نئين سوچ ۽ فڪر جو ماڻهو هو.

سندس خيال هو تہ، پارٽيءَ ۾ پوري طرح سچي جمهوريت هئڻ کپي ۽ اُن جي لاءِ آئيڊيالوجيڪل ڪم وڌيڪ بهتر طريقي سان ڪرڻ ضروري آهي.

سندسن خيال ۾ شخصيت پر ستيءَ جي آخري حد تائين پاڙ پٽڻ ضروري آهي. ذاتي طاقت ۽

اقتدار جي نشي ۾ جنهن جي ڪابه حد نہ هئي جن جي آڏار تي جيڪي ڏوهہ ڪيا ويا هئا. تن بابت مڪمل سچائي سان سڀ ڪجهہ چئي ڇڏڻ کپي، پر افسوس جو اهو سچ اڌ گيدو چيو ويو چو تہ يوڪرين ۽ ماسڪو جي پارٽي سيڪريٽري جي حيثيت سان خروشيف بہ اهڙا ڪم ڪيا هئا. جيڪي ڏوهن ۾ شمار ٿي ٿيا. پاڻ بابت سڀ ڪجهہ سچ نہ چوڻ جي ڪري هو ٻين بابت بہ سمورو سچ چئي نہ سگهيو.

سندس خيال هو تہ، پارٽيءَ جي سيڪريٽرين کي لڳاتار هڪ هنڌ رهڻ نہ کپي ۽ ڪنهن بہ عهدي تي ٻن ڪان وڌيڪ دفعا ٻيهڻ نہ کپي، اهو قانون فرسٽ سيڪريٽري کان وٺي هيٺ تائين، ضلع ۽ علائقائي سيڪريٽري تي بہ عائد ٿيڻ کپي. هن چاهيو ٿي تہ ڪنهن بہ شخصيت ۾ طاقت مرڪوز نہ ٿيڻ کپي ۽ اها گارنٽي فقط اهڙو قانون ڏئي سگهي ٿو جنهن طاقت جي ورهاست ۽ جمهوري طريقي ڪار هجي. سندس ان تجويز جي ايتري تہ سخت مخالفت ٿي، جو نيٺ ڪيس پويان هٽڻون پيو. اهو روسي پارٽيءَ ۾ سياست جو محدود جمهوري ڪلچر هو جنهن جا بنياد قديم روسي جاگيرداراڻي ثقافت ۾ هئا. جتي سردار يا حڪمران هر هڪ جي هر مامري ۾ مداخلت ڪري سگهيو ٿي. هو سڀ کان اعليٰ ۽ سڀ کان وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي، هو ٻين جي مقابلي ۾ معصوم ۽ خطا نہ ٿو ڪري سگهي. اهو صديون پراڻون مثال روسي حڪومت ۽ ان جي حڪمرانيءَ جو تصور هو ان تصور کي، اسٽالن ۽ سندس حوارين پنهنجي اقتدار جي ڊگهي دور ۾ وڌيڪ مستحڪم ڪيو ۽ عوام جي وچ ۾ پکيڙيو. پارٽي مثالي آهي ۽ ان جو نظريو ۽ پرگرام هر غلطيءَ کان پاڪ آهي، عظيم ليڊر اسٽالن هر فيصلو صحيح ٿو ڪري، نون خيالن ۽ تصورن کي جنم ڏي ٿو ۽ هر قسم جي ڪمزورين کان پاڪ آهي. پارٽيءَ جي ماڻهن ڪيس (اسٽالن) کي هڪ تصوراتي ۽ ديو مالائي شخصيت بنائي عوام جي اڳيان پيش ڪيو ۽ هن جي غلط يا صحيح شيءَ کي پرکڻ، تنقيد ڪرڻ، خود پنهنجي تصورن ۽ خيالن کي پيش ڪرڻ جي جمهوري حق کي پائمال ڪري ڇڏيو.

خروشيف کي 'مهم جو' بہ چيو ويندو آهي ۽ اجان بہ ڪجهہ ماڻهو ڪيس اُن ئي نالي سان ياد ڪن ٿا، اها ڳالهہ ڪنهن حد تائين صحيح بہ آهي، هن پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو خطرو ان وقت ڪنيو جڏهن هن "لاورينٽ بيريا" کي حڪومت مان هٽائڻ جو فيصلو ڪيو جنهن جي هٿ ۾ ڪي جي بي جي سڄي طاقت ۽ وزير داخلا جي حيثيت سان سڄي مليشيا فورس هئي، ان داستان کي خود خروشيف بہ ڪيترا ڀيرا زباني بيان ڪيو.

اسٽالن جي موت کان پوءِ جيڪو هن جي ماسڪو جي ويجهو نهيل ڪاٽيجز مان هڪ ۾ ٿيو ان جو اطلاع سندس باڊي گارڊ ميجر ڏنو. اطلاع ملندي ئي پولٽ بيورو جا سڀ ميمبر ان ڪاٽيج ۾ پهچي

ويا سيئي ميمبر لاش جي ويجهو خاموش بيٺا سوچي رهيا هئا تہ هاڻ ڇا ٿيندو، طاقت ڪنهن جي هٿ ۾ ايندي، هر ڪو پنهنجي مستقل جي باري ۾ پريشان هو. چهرن تي رنج ۽ غم بدران فڪر ۽ بي چيني پي بکي، تنهن کان پوءِ هو ٻن ٻن جي ٽولين ۾ گهرن ڏانهن روانا ٿيا. سڀ کان پهرين بيريا ۽ مالينڪوف ويا، مالاتوف، ڪاگانووچ سان ويو ۽ جڏهن ميڪويان ۽ خروشيف اڪيلا رهجي ويا تہ ميڪويان، خروشيف کي مخاطب ٿي چيو "بيريا اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ ماسڪو روانو ٿي ويو آهي." هن وراڻيو "جيستائين هي بگهڙ ويٺو آهي، اسان مان ڪنهن جو بہ خير ڪونهي". ان سڀ کان وڏي خطري تي ڏيان ڏيڻ لاءِ خروشيف پريذيڊيم جي سڀني ميمبرن ڏانهن وڃڻ شروع ڪيو ۽ ڪين 'بيريا' جي پلان ۽ ان خطري ڏانهن ڌيان ڏياريو ۽ پڪ ڏياري تہ ڪيس هٽائڻ ڇو ضروري آهي مالينڪوف سان ڳالهائڻ سڀ کان وڏيڪ خطرناڪ هو. ڇو تہ هو بيريا جو ويجهو دوست هو. ان تائين اها ڳالهہ ذاتي تعلقاتن وسيلي پهچائي ويئي، خروشيف ڪيس ٻڌايو تہ بيريا ماسڪو جي ويجهو وزارت داخلا جي برگيڊ گڏ ڪري رهيو آهي، مالينڪوف ان وقت وزيراعظم هو ۽ سرڪاري طور تي استالن جو جانيشن بہ هو ۽ پريذيڊيم جي سمورن اجلاسن جي ڪارروائي هو ئي هلائيندو هو. هن وراڻيو تہ هاڻ ان صورتحال کان بچي نہ ٿو سگهجي، پر هاڻي ڪم ائين ٿئي جو حالتون خراب نہ ٿين. ورسنولوو کي ڪيس ڳچ دير تائين سمجهائڻو پيو ۽ راضي ڪرڻو پيو. (هو گهڻو بي چين هو تہ جيڪڏهن اُٿندي ئي ڪجهہ ٿي پيو تہ پوءِ اسانجو ڇا ٿيندو.)ڪاگانووچ شروع کان ئي ٻڌتر ۾ هو تہ اڪثريت ڪنهن سان گڏ هوندي، ڪير ڪنهن جو ساٿ ڏيندو، جيڪڏهن ڪير بيريا سان گڏجي ويو تہ پوءِ؟ بهرحال ڪيترا ئي وعدا ڪيا ويا. پوءِ هو مطمئن ٿيو ۽ 26 مارچ تي ڪريملن ۾ پريذيڊيم جي هنگامي اجلاس جو اعلان ڪيو ويو (نهايت ڳجهي نموني فوج جو ڪجهہ حصو ڪريملن ۾ داخل ڪيو ويو تہ جي صورتحال بگڙي وڃي تہ صورتحال کي منهن ڏيئي سگهجي). پريذيڊيم جا سيئي ميمبر مقرر وقت تي هال ۾ پهچي ويا. پر بيريا غائب هو. خروشيف جو چوڻ هو تہ مان سوچ ۾ ٻڏي ويس تہ شايد ڪيس اسان جي پلان جي خبر پئجي ويئي آهي، هاڻي سياڻي ڇا ٿيندو؟ هاڻي اسان جو خير ڪونهي؟ پر ان گهڙيءَ هو هال ۾ داخل ٿيو سندس هٿ ۾ بريف ڪيس هو مان هڪدم سمجهي ويس تہ اُن ۾ ڇا آهي. مون وٽ بہ خراب وقت لاءِ ڪجهہ رکيل هو (هن پنهنجي کيسي طرف اشارو ڪندي چيو) بيريا ويهي رهيو ۽ سوال ڪيو تہ اوچتو هنگامي گڏجاڻي ڇو رکي ويئي آهي ۽ ايجنڊا تي ڪهڙو سوال آهي؟ آئون تنگ سان مالينڪوف کي نوڪر هٽان ٿوءِ ڪن ۾ چوانس ٿو تہ ميٽنگ جي ايجنڊا جو اعلان ڪر ۽ تقرير جي لاءِ منهنجو نالو وٺ. ڏٺم تہ مالينڪوف سڄو پيلو ٿي ويو. وات مان هڪ لفظ بہ نہ اُڪليس، اها صورتحال ڏسي مان اُٿي بيٺس ۽ چوڻ شروع ڪيم، "ايجنڊا تي هڪ ئي سوال

آهي. سامراج جي ايجنٽ بيريا پاران پارٽي ۾ ڦوٽ وجهڻ, پارٽيءَ جي خلاف ڪم ڪرڻ, سامراج جي لاءِ جاسوسي ڪرڻ, انهن سڀني شين جي ڪري ڪيس پريزيڊيم, سينٽرل ڪميٽي ۽ پارٽيءَ جي بنيادي رڪنيت کان خارج ڪرڻ ۽ ضروري ڪارروائي جي لاءِ فوجي عدالت جي حوالي ڪرڻ آهي. ڪير ان رٿ جي حق ۾ آهي؟" اهو چئي مون هڪدم هٿ مٿي ڪنيو مون کان پوءِ سڀني هٿ مٿي ڪنيا, اهو ڏسي بيريا هٻڪو ٿي ويو ۽ اوچتو بريف ڪيس ڏانهن جهٽپ ڏنائين, مون ڪيس جهلي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ ڪيس قابو ڪندي چيم. "مذاق ٿو ڪرين هاڻ اهو ڇڏ." ۽ پنهنجي پستول جي ٽرائيگر تي هٿ رکيم, ان وقت ملٽري جا آفيسر ڊوڙندا ڪمري ۾ داخل ٿيا, مون ڪين حڪم ڏنو تہ هن ملڪ دشمن وطن جي غلاظت کي گرفتاري ڪري وٺو ۽ ڪيس هتان وٺي پنهنجي اصل هنڌ وڃو. بيريا اُن وقت ڊپ سبب بي ربط بڪندو رهيو. هيءَ اهوئي هيرو هو جيڪو بين کي گلي مان جهلي پٽ سان هڻندو هو. اهڙي طرح ان بدنما داغ کي اسان ڌوئي ڇڏيو. اسان ماڻهو ڪوشش ڪريون تہ اسان جي نظام ۾ آئينده اهڙا گندا ماڻهو پيدا نہ ٿين."

خروشيف جو سياسي طور تي سڀ کان وڏو ڪارنامون اسٽالن جي شخصيت پرستيءَ تي حملو هو. اُها تقرير جيڪا هن 20 هين ڪانگريس ۾ ڪئي هئي, تنهن سڄي دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو. اها تقرير اسٽالن جي ٽيهن سالن واري دور جي ڏوهن جي رپورٽ هئي. اڄ اهو چئي سگهجي ٿو تہ ان ۾ ڪيترين ئي شين جو ذڪر نہ هو. پر ان وقت جي حالتن ۾ ڪهڙي شئي کيس ايڏي وڏي فيصلي تي مجبور ڪيو ڇا هن نہ ٿي ڄاتو تہ ان ڪانگريس ۾ اهي سڀ ماڻهو وينا آهن, جيڪي مذڪوره ڏوهاريءَ جي سڀني ڏوهن ۾ برابر جا شريڪ آهن, ماڻهن جو خيال آهي تہ اهو ڪم فقط خروشيف ئي ڪري سگهيو ٿي. ۽ خروشيف جنهن شئي کي صحيح سمجهندو هو تہ ايندڙ خطرن تي سوچڻ کان سواءِ بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي ان برندڙ باهہ ۾ ٽپو ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو. اهو سندس ڪردار هو هن جي لاءِ فرد اهم هو. فرد جي آزادي سماج جي آزاديءَ جو پهريون ڏاڪو آهي. اسٽالن خود پرست سنٽرلسٽ هو. ماڻهو هن جي لاءِ ذاتي مقصد کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هو. هن فرد يا ذات جي مسئلي تي ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو جيڪو مقصد حاصل ٿيڻ کان پوءِ فرد هن جي لاءِ هڪ غير ضروري شئي بنجي ٿو وڃي ۽ هو سڄي قوم سان پنهنجي تعلقاتن کي ائين ڏسندو هو.

20 هين ڪانگريس, ڪڏهن بہ ڪاميابي نہ ماڻي ها, جيڪڏهن ان جي ڊيليگيٽن جي ترقي پسند پارٽي معيار کي برقرار نہ رکيو وڃي ها ۽ پارٽيءَ جي اندر بيورو ڪريسيءَ سان جنگ نہ ڪئي وڃي ها. پارٽي جي اندر مرڪزيت پسنديءَ تي حملو ڪيو ويو. فيصلا جمهوري طريقي سان ڪيا ويا. جنهن ۾ مرڪزيت پسندن کي وڏي تعداد ۾ شڪست ملي. بهرحال اهڙي طرح 20 هين ڪانگريس

جي چوند ٿي، جنهن اسٽالن پرستن تي ڀرپور وار ڪيو جنهن جي ٽيهہ سال ڊگهي عمر هئي ۽ جنهن ملڪ ۾ سوشلزم کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو هو.

پارٽيءَ جي اندر حڪومت ڪرڻ جي نون ۽ پراڻن طريقن ۽ ذات طاقت ۽ اقتدارجي لاءِ جنگ جاري هئي، ان ڇڪتاڻ کي 1958 جي پارٽي پريذيڊم ۾ ڏنو ويو. جڏهن اسٽالن جا سيئي پراڻا ساٿي مالنڪوف، بلگانن، مالاتوف، ڪاگانووچ هڪ هنڌ گڏ ٿي ويا ۽ خروشيف کي فرسٽ سيڪريٽريءَ جي عهدي تان هٽائڻ جو فيصلو ڪيائون.

پر اُنهن واقعن جو رخ خروشيف جي حمايتين جي ڪوشش سان بدلجي ويو. انهن ۾ سڀني کان وڏو ڪردار 'مارشل زوڪوف' ادا ڪيو. جنهن اجلاس ۾ اعلان ڪيو تہ "فوج ان فيصلي جي خلاف آهي ۽ منهنجي حڪم کانسواءِ هڪ ٽئنڪ بہ چري نہ ٿي سگهي". خروشيف فرسٽ سيڪريٽري جي عهدي تي برقرار رهيو ۽ کيس هٽائيندڙ بلگانن، ڪاگانو وچ، مالاتوف ۽ ٻين کي پارٽيءَ جي رڪنيت کان بہ فارغ ڪيو ويو.

بعد ۾ مارشل زوڪوف کي بہ پنهنجي انهن لفظن جي قيمت ادا ڪرڻي پئي، جو خروشيف کيس وزير دفاع ۽ پريذيڊيم جي رڪنيت کان اُن وقت فارغ ڪري ڇڏيو جڏهن هو غير ملڪي دوري تي هو. کيس پنهنجي صفائي ۾ ڳالهائڻ جو بہ موقعو نہ ڏنو ويو ۽ نہ وري عوام کي اهو ٻڌائڻ گوارا ڪيو ويو تہ فاشسٽ جرمنيءَ کي شڪست ڏيندڙ هيري کي هٽائڻ جو سبب ڪهڙو آهي.

کيس هٽائڻ جو سبب، ان وقت جي دستور ۽ قائدي موجب هو خروشيف کي بہ طاقتور ۽ اثر رسوخ رکندڙ ماڻهو پسند نہ هئا. هو بہ طاقت جي پيداوار هو. ۽ هن نہ ٿي چاهيو تہ ڪو کانئس وڌيڪ طاقتور هجي.

خروشيف حڪومت ۾ اچڻ کان پوءِ سوويت يونين جي سڄي سياست کي بدلائي ڇڏيو. هن عالمي سياست ۾ امن ۽ بقاءِ باهم جي پاليسيءَ تي عملي طور تي ڪم شروع ڪيو ۽ پيٽر اول کان پوءِ پهريون ڀيرو اولهہ ڏانهن دري کولي، ملڪ کي جمهوري معيارن مطابق هلائڻ ۽ اڳيان وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي، پارٽيءَ جو عوام سان رابطو ڪرائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. ان وقت دٻيل سماج ڀرپور ساهہ کنيو ۽ صاف ۽ شفاف هوا کي پنهنجي اندر ۾ ڀريو.

خروشيف جي معاشي حل جي طريقن ۾ ڪجهہ غلطيون هيون، هن معاشيات ۾ تبديليءَ جي اسٽرڪچر جي ضرورت کي بلڪل نہ سمجهيو. هن پورهيتن، هارين، مزدورن ۽ دانشور طبقي جي سڌي سنئين معاشي پيداوار ۾ دلچسپي جي پهلوءَ تي ڌيان نہ ڏنو.

خروشيف جي خواهش تي هڪ حڪومتي معاشي ٽيڪنيڪ ڪميٽي جوڙي ويئي، جنهن جو

ڪم هو ملڪ جي لاءِ هڪ معاشي پاليسي ٺاهڻ. جنهن جو چيئرمن زاسياد هو. ان ڪميٽيءَ هڪ رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ غلط سلط انگن اکرن جي گهٽائي هئي، ان ۾ سيني شين کي حقيقت کان پري ۽ خواهشن جي عينڪ سان ڏٺو ويو هو. ان پروگرام جي پهرين حصي کي خروشيف پارٽي ڊاڪيومينٽ ۾ شامل ڪيو ۽ اهڙي طرح پارٽي پروگرام ۾ اها ڳالهه شامل ٿي ويئي ته 1980ع ۾ سوويت يونين بنيادي معاشي نتيجن ۾ آمريڪا کان اڳيان وڌي ويندو ۽ ڪجهه شين ۾ برابر اچي ويندو. ان وقت زاسياد جي ڪميٽي جي انگن اکرن تي ڪنهن به گهڻو اعتبار نه ڪيو هو پر اميد ۽ جوش ۽ خروش جي ڪمي نه هئي، تنهن ڪري سيني سمجهي ورتو ته پارٽي پروگرام سوشلزم کي هڪ نئين منزل ڏانهن وٺي پيو وڃي، جتي عظيم الشان نيون اڏاوتي ڪاميابيون ۽ ترقي ٿيندي، اها رجائيت (اميد پرستي) ئي هئي، جنهن ان پروگرام کي پارٽيءَ کان منظور ڪرائي ورتو . بعد ۾ ان پروگرام جي ڪري به مٿس تنقيد ٿي.

اڄ ايترو عرصو گذرڻ کان پوءِ اسين ان جي مضبوط ۽ ڪمزور پهلوئن کي چڱي طرح ڏسي سگهون ٿا. هن جو سڀ کان وڏو ڪم اسٽالن جي شخصيت جي بُت کي ٽوڙڻ هو. ۽ ان کان پوءِ ان جي شخصيت کي واپس آڻڻ جي هر ڪوشش، جيڪا پوءِ ڪئي ويِئي ناڪام ٿي. هن پارٽي نوڪر شاهيءَ کي ڪافي سگهارو ڌڪ هنيو. زراعت جي طريقن ۾ تبديلي ۽ ترقي ڪرائي. حڪومتي پيداوار جو قيمتون وڌايون. ٽئڪسن ۾ ڪمي ڪئي، ٽيڪنڪ جو استعمال ، عوام کي خوراڪ پهچائڻ جي نظام ۾ بهتري، هن زراعت ۾ هڪ انقلاب آڻڻ ٿي چاهيو ۽ مڪئي جي پوکائي مان سندس شوق جي اندازو ٿي سگهي ٿو . هن روسي ماڻهن جي کاڌي جون سڀئي عادتون بدلائڻ ٿي چاهيون.

هن جي نالي سان ”سوويت يونين“ جي سائنس ۽ ٽينڪ ۾ عظيم ڪاميابيون لاڳاپيل آهن، پهريون خلائي سيارو ’اسپوتنڪ‘ ، جنگي حڪمت عملي جي برابري ، پر امن بقاءِ باهم جي پاليسي، جيڪا اڳتي هلي اولهه سان ڳالهه ٻولهه جي لاءِ مشعل راهه بڻي، نوان بين القوامي لاڳاپا، معاشي سهڪار، عوام جو ۽ نظرين جي آزاداڻن خيالن جي ڏي وٺ، اهي سڀ هن جون پاليسيون ۽ پروگرام هئا. هڪ آمريڪي ليکڪ ۽ اخباري خاطو چواٽي ته، ”خروشيف کان سواءِ گوربا چوف اچي نه سگهي ها.“ بهرحال، اها سندس ذاتي راءِ آهي.

سندس سمورا معاشي ۽ سياسي پروگرام عمل ۾ نه آندا ويا ۽ عوام کي ان جو فائدو چو نه ٿيو. انهن پروگرامن جو گلو ڪنهن گهٽيو؟ اهو هڪ سوال آهي؟ جيڪو اڄ به ڪيو وڃي ٿو. ۽ ان دؤر ۾ به ڪيو ويندو هو.

خروشيف پنهنجي انهن سيني سڏارن جي لاءِ پارٽي بيورو ڪريسي، حڪومتي مشنري ۾ ايڊ منسٽريٽو طريقن تي وڏيڪ پروسو ڪيو. هو هڙئي شڪايتون انهن ادارن کي موڪلي ڏيندو هو. جن جي خلاف شڪايتون ايندڙيون هيون. اهي هڙئي ادارا جمهوري صوابديد کان آزاد هئا. انهن سڏارن کان عوام کي دور رکيو ويو. پارٽي ۽ عوام کي پري رکيو ويو ۽ کين انهن فيصلن ۾ شريڪ نہ ڪيو ويو.

خروشيف جنهن کي قدرت گهرو سياسي شعور ۽ عقل ڏنو هو. جيڪو بهادر ۽ حرڪت پذير هو ۽ هيڏي وڏي عهدي تي پهچڻ کان پوءِ خوشامندڙين جي ور چڙهي ويو. خوشامندڙين جو گهيرو تنگ ٿيندو ويس ۽ "اسان جو خروشيف" جو ورد ٿيڻ لڳو ۽ اهڙي طرح شخصيت پرستيءَ جي ابتدا ٿي.

سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ آخر خروشيف کي ڇو هٽايو ويو. ان جا ڪيترائي جواب آهن. هن جي چوڌاري اهڙن ماڻهن جو ميڙ ڪٺو ٿي ويو. جيڪي نالائق هئا. هو پنهنجي ذات تي ڪنهن جي بہ تنقيد برداشت نہ ڪندو هو. هو پنهنجي چوڌاري گڏ ٿيل ماڻهن جي پيٺ ۾ وڏيڪ ڄاڻندو هو. پر ايڏي وڏي پوسٽ جي لاءِ جنهن حقيقي مارڪسزم ۽ لينن ازم جي علم جي گهرج هئي، سا وٽس ڪانہ هئي، ڪنهن جو ذاتي ٽيلنٽ گهري علم جي جڳهہ پوري نہ ٿو ڪري سگهي. هو تنقيد ۽ خود تنقيد جي ذريعي اڳيان وڌي سگهيو ٿي. جيڪو جمهوري عمل آهي، پر هو ۽ ان وقت جو سماج ان ڳالهہ جي لاءِ تيار نہ هو.

هن جا سيئي دشمن پنهنجون اندروني گروهہ بنديون ڇڏي، هڪ وڏي مقصد جي لاءِ هڪ هنڌ گڏ ٿي ويا هئا ۽ خروشيف کي پنهنجي مٿان ايترو تہ پروسو هو جو ماڻهن جي چوڻ جي باوجود بہ ان ڳالهہ تي اعتبار نہ ڪيو تہ ڪو کيس هٽائي سگهي ٿو.

آخري سالن ۾، هن جي عوام ۾ مقبوليت بہ گهٽجي ويئي هئي ۽ ملڪ ۾ ڪو بہ اهڙو طاقتور گروپ نہ هو جنهن چاهيو ٿي تہ هو اقتدار ۾ رهي، تنهن کان سواءِ سندس اهي قدم هئا. جيڪي سندس مخالف گروپ جي مفادن جي خلاف هئا. هنن انهن غلطين کي پنهنجي ان مقصد جي لاءِ استعمال ڪيو.

هنن هن جي زرعي پاليسين جي ناڪامين، سياست ۾ مهم جوئي، مٿن مائٽن کي سٺن عهدن تي رکڻ، جمال ناصر ۽ عامر کي تمغہ ڏيڻ وغيره کي هن جي جبري استعفيٰ جو سبب بڻايو. اهو سڄو ڊرامون ان وقت تيار ڪيو ويو. جڏهن هو ڪريميا ۾ آرام ڪري رهيو هو. کيس ٽيليفون تي اطلاع ڏيئي ماسڪوم پريزيڊيم جي هنگامي گڏجاڻي ۾ گهرايو ويو ۽ گڏجاڻي ۾ ڪانئس استعفيٰ جو مطالبو ڪيو ويو.

جڏهن تہ ماڻهو چڱي طرح ڄاڻن ٿا تہ انهن الزامن ۾ تمام گهٽ سچائي آهي، هن پنهنجي ناٽيءَ کي جيڪو نهايت قابل صحافين ۾ شمار ٿيندو هو ۽ سنڌس مخالف بہ اها ڳالهہ مڃين ٿا، ازويسيتا جي چيف ايڊيٽر طور سفارش ڪئي هئي. سنڌس هڪ پٽ هڪ انسٽيٽيوٽ ۾ هڪ عام سائنسدان جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هو جيئن ٻيا سوين ڪارڪن هئا. زرعي پاليسين جي ناڪاميءَ جو بنياد اسٽالن جي دور جي ڪو آپريٽو سسٽم تائين ٿي ويو.

جڏهن تہ هارين جي ڪڪڙين جا فارم بہ ڪو آپريٽو فارم جي ملڪيت ۾ ورتا ويا هئا. ۽ هارين کان زبردستي زمين ڪسي فارم جوڙيا ويا. ۽ اهڙي طرح لينن جي اُن فرمان جي مٽي پليت ڪئي ويئي تہ زمين هاري جي ملڪيت آهي ۽ انهن تي زبردستي جوڙيل ڪو آپريٽو فارم جي قيام جي دوران 1932ع ۾ 1935ع ۾ يوڪرين جي علائقي ۾ جيڪو ڪڻڪ جي پوک لاءِ بهترين علائقو آهي، اناج جي گهٽائيءَ جي باوجود بہ اٽڪل 5 کان 7 ملين ماڻهو بک وگهي مري ويا ۽ اناج ٻاهر موڪليو ويو. باقي رهيو مسئلو عامر ۽ ناصر کي تمغہ ڏيڻ جو تہ ان جو سياسي سبب هو ۽ ان ۾ سڄي پريذيڊيم جي راءِ شامل هئي، هن جي عليحدگيءَ جو سبب فقط هي هو تہ هو ملڪ کي جمهوري پاليسين طرف وٺي وڃي رهيو هو. جيڪو اسٽالن پرستن يا ٻين لفظن ۾ مرڪزيت پسندن جي مفادن جو ضد بنجي ويو. ڪيس ان ويڙهہ ۾ ان ڪري بہ شڪست ٿي جو هو لڙائي ۾ عوام کي وچ ۾ وٺي نہ آيو. آڪٽوبر 1964ع جي اجلاس کان پوءِ جنهن ۾ خروشيف کي سبڪدوش ڪيو ويو هو. هو پنهنجي ماسڪو واري ڪاٽيج ۾ هليو ويو هن لاءِ چار سئو روبل ماهوار پينشن مقرر ڪئي ويئي، جيڪا سنڌس سابق پوزيشن جي ڀيٽ ۾ ڪجهہ بہ نہ هئي، هو ڪريملن جي خصوصي اسپتال ۾ سينٽرل ڪميٽي ۽ وزيرن جي لاءِ مخصوص اسپيشل اسٽورن کي استعمال ڪري سگهيو ٿي. ڪيس ذاتي استعمال جي لاءِ هڪ پراڻي زيل ڪار ڏني ويئي، جنهن جو نمبر پليٽ غير سرڪاري هو ۽ ماسڪو شهر ۾ سنڌس فئملي جي لاءِ هڪ فليٽ جي بہ منظوري ڏني ويئي، ڪيس اهو فليٽ ڪڏهن بہ نہ وڻيو ۽ هو جڏهن بہ ماسڪو آيو تہ ڪڏهن بہ هڪ رات بہ هتي نہ گذاريائين.

اقتدار مان جبري عليحدگيءَ جو پهريون هفتو خروشيف جي لاءِ نهايت ڏکيو هو. هو سوچي بہ نہ ٿي سگهيو تہ جيڪي ماڻهو هن جي سامهون ڪنڌ بہ کڻي نہ ٿي سگهيا، سي ڪيس ڪير مان مک وانگر ڪڍي ڦٽو ڪندا. هن پنهنجي ان حالت کي ڪڏهن بہ نہ لڪايو هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪرسيءَ تي خاموش ويٺو رهندو هو ۽ ڪنهن ڪنهن مهل سنڌس اکين ۾ لڙڪ بہ ڏٺا ويا. هڪ ڀيرو ماسڪو اسڪول جي ڊائريڪٽر سنڌس پوٽي کان پڇيو تہ ”اڄ ڪلهہ ڏاڏهين ڇا ڪندو آهي“ تہ هن وراڻيو ”هو روئندو رهندو آهي.“

1965ع ۾ حڪومت، خروشيف کان اهو ڪاٽيج خالي ڪرائي هڪ ننڍيو عام ڪاٽيج ميٽرو سوڪل جي هڪ ڳوٺ ’پيٽرو واڊالني‘ ۾ ڏنو. ان جي هڪ خصوصيت ڪيس وٽي، سا اها ته ان سان گڏ هڪ زمين جو وڏو ٽڪرو به هو. جتي هو پنهنجي صحت موجب پوک ڪري سگهيو ٿي. هتي ڪجهه ٻيا به ڪاٽيجز هئا، جن کي وڏين پٿين گهيري رکيو هو. تنهن کان سواءِ هر ڪاٽيج جو پنهنجو ڏار احاطو به هو. مين گيٽ تي حفاظتي پهرو هو ۽ تنهن کان سواءِ خروشيف جي حفاظت جي لاءِ چوويهه ڪلاڪ گارڊ به مقرر هئا. اهڙي طرح خروشيف سان ملڻ جي لاءِ هر ملاقاتيءَ کي ٻن حفاظتي گيٽن مان لنگهڻو پوندو هو. اهي گارڊ سدائين ساڻس گڏ هوندا هئا.

هو جلد پنهنجي اُن حالت تي راضي ٿي ويو ۽ هن ٻيهر اقتدار حاصل ڪرڻ بابت سوچڻ ڇڏي ڏنو. ڪيس پنهنجن انهن ڪيترن عملن بابت افسوس هو جيڪي هو مڪمل نه ڪري سگهيو هو. ڪيس ڏک هو ته هو پارٽي، حڪومت جي انهن هزارين ڪارڪنن کي جن تي 1935ع کان 1939ع تائين ظلم ۽ تشدد ڪيو ويو بحال نه ڪري سگهيو ۽ خصوصي ڪميٽيءَ جي سفارشن کي ٻيهر سرد خانن ۾ ڦٽو ڪيو ويو.

پينشن جا پهريان به سال هن جي لاءِ ڏاڍا ڏکيا هئا. پر پوءِ هو رضا تي راضي رهڻ سکي ويو ۽ ماڻهن سان ملاقاتون ڪرڻ لڳو. وٽس مائٽن کان سواءِ مشهور اديب ۽ شاعر به ايندا هئا. جن سان گرما گرم بحث مباحثا ڪندو هو. وٽس تمام وڏي ذاتي لئبرري به هئي، هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ مطالعي ۾ غرق رهندو هو اڪثر بي بي سي، وائيس آف آمريڪا، جرمني ۽ فرانس جي نشريات ٻڌندو هو. پنهنجي ملڪي ٽيليويزن ڏسندو هو ۽ بعد ۾ انهن خبرن تي پنهنجي راءِ ۽ مشورا ڏيندو هو. جڏهن ڪيس خبر پئي ته استالن جي ڌي سوتيلانا يورپ پڄي ويئي آهي ته ڪيس بلڪل يقين نه آيو. ڪيس هو ننڍپڻ کان سڃاڻندو هو. سوتيلانا 20 هين ڪانگريس جي سيني فيصلن جي حمايت ڪئي هئي ۽ شخصيت پرستيءَ جي خلاف خروشيف جي تقرير جي، پارٽي گڏجاڻين ۾ هن جي حق ۾ تقريرون ڪيون هُيون. ان سڄي عرصي ۾ سندس ننڍيو پٽ خاموش رهيو (استالن کي به پٽ، هڪ ڌي هئي، وڏو پٽ جنگ ۾ مارجي ويو هئس) وائس آف آمريڪا کان سوتيلانا جي باري ۾ تفصيلي پروگرام ٻڌي ڪيس ڪافي صدمون رسيو ۽ ڪافي عرصي تائين اُن موضوع تي ڪنهن سان به نه ڳالهايائين. هو ستر سالن جي عمر جي باوجود به صحتمند، چست، ڪڙو تڙو ۽ چالاڪ ماڻهو هو. هو سورنهن سترنهن ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جو عادي هو. ڪيس ڪم ڪرڻ جي اُڃ هئي، ڪيس ڪاشت ڪاري ۽ باغبانيءَ جو حد کان وڌيڪ شوق هو. هو زمين جي ان ٻاريءَ تي نوان نوان تجربا ڪندو هو ۽ بعد ۾ انهن کي وڌندو ويجهندو ڏسي بي حد خوش ٿيندو هو. هو ڀرپاسي وارن فارمن ۾ وڃي هارين سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ اناج

جي قسمن ۽ انهن سان پوکي جي طريقن بابت ڪچهري ڪندو هو. هڪ پيرو هن فارم جي زمين سان لاپرواهي ڏٺي تہ هڪ هاري جي وسيلي فارم جي چيئرمين کي گهرايو ۽ کيس زراعت جي غلطين تي سخت لفظن ۾ ڇڙٻيو. چيئرمين پنهنجي غلطي جهلجهڻ تي چڙي، ابتو خروشيف کي گستاخيءَ سان جواب ڏنو تہ هو هاڻ حڪومت جو سربراهہ نہ رهيو آهي، تنهن ڪري کيس اهو حق نہ ٿو پهچي تہ هو ڪم ۾ مداخلت ڪري. ان واقعي تي خروشيف ڪافي ڏينهن غمگين رهيو. هو واند ڪاٽي جي وقت اڪثر فوٽو گرافي ڪندو هو ۽ ان تي کيس ڪافي دسترس حاصل ٿي ويئي هئي. هو قدرتي منظرن ۾ بہ دلچسپي رکندو هو ۽ ڪئميرا وسيلي انهن کي محفوظ ڪندو ويندو هو. هو اڪثر ڊرامن ۽ ڪنسرٽن ۾ پنهنجي زال سان گڏ ويندو.

سندس 75 هين سالگره جي ڪنهن کي بہ خبر نہ پئي، پر پرڏيهي ملڪن مان ڊيگال، راڻي ايلزبيٿ، يا نوش ڪادر پاران مبارڪن جا پيغام مليس. آخري ڏينهن ۾ هن پنهنجي ڪن غلطين کي مڃيو. بهرحال ان جو ڪجھ حدون هيون.

پينشن ملڻ کان پوءِ 1967ع ۾، سندس اهل اقتدار سان پهرين جهڙپ ٿي. ان وقت فرانس ٽيليويزن هڪ فلم ڏيکاري تہ ريٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ روس جو اڳوڻو ليڊر پنهنجو وقت ڪيئن ٿو گذاري، خروشيف جي ماٺتن سان گڏ هڪ فلم رپورٽر پنهنجي ننڍي مووي ڪئميرا سان اها فلم ٺاهي هئي، جيڪا ڪنهن نموني ٻاهر هلي ويئي، جنهن، سان حڪومت سخت ناراض ٿي، حفاظتي گارڊ کي چوڪس نہ رهڻ تي تبديل ڪيو ويو ۽ کين سزائون ڏنيون ويون. پولٽ بيورو جي هڪ ميمبر اندر ئي گري لينڪو جيڪو پارٽي سيڪريٽري بہ هو ۽ ان کان اڳ اوڊيسا پارٽيءَ جو سيڪريٽري هو ۽ خروشيف کيس مرڪز ۾ آندو هو تنهن خروشيف کي پنهنجي آفيس ۾ گهرائي، گستاخيءَ سان ڳالهائيندي چيو تہ ”تو هيستائين نيڪ نموني گذاري رهيو آهين.“ خروشيف وراڻيو ”چا ڳالھ آهي تہ توهان مون کان اهو ڪاٽيج ۽ پنشن کسڻ ٿا چاهيو. جيڪڏهن مان هٿ ڦهلائي روڊن ۽ رستن تي ڦريس تہ ماڻهو منهنجي هٿ تي ڪجھ نہ ڪجھ رکندا پر جيڪڏهن اوهان تي خراب وقت آيو تہ اوهان جي هٿ تي ڪير ڪجھ بہ نہ رکندو.“

60 واري ڏهاڪي ۾ ڪيترن ماڻهن پنهنجون يادگيريون لکيون، جيڪي خروشيف پڙهيون، پر کيس مارشل زوڪوف جي يادگيرين تمام گهڻو ڏکارو ڪيو. مارشل زوڪوف جون خروشيف سان جنگ کان اڳ ۽ پوءِ ڪافي ملاقاتون رهيون ۽ جڏهن هو يوڪرين جي فوج جو ڪمانڊر هو. ان وقت خروشيف اتان جي پارٽي جو چيف ٿيو.

پر زوڪوف پنهنجي ڪتاب ۾ فقط هڪ هنڌ لکيو تہ يوڪرين ۾ پنهنجي ڪم جي دوران سندس

پارٽيءَ جي فرسٽ سيڪريٽريءَ سان سٺا ناتا رهيا. اهڙي طرح 1964ع کان پوءِ سيني يادگيرين ۾ ليکڪن خروشيف جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو. البت استالن سان پنهنجي ملاقاتن ۽ ڳالهين بابت گهڻو ڪجهہ لکيو ۽ جيڪڏهن ڳالهہ ڦري سري خروشيف ڏانهن ٿي آئي تہ فقط فرسٽ سيڪريٽري سويت يونين لکيو ٿي. اهو سڀ ڪجهہ مٿين حڪمن تحت ٿي رهيو هو.

ان شئي خروشيف کي سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو تہ هو ڇو نہ پنهنجو يادگيريون مرتب ڪري ۽ اها خواهش زور وٺندي ويئي. خروشيف کي لکڻ جي عادت نہ هئي. ۽ هو فقط ڊڪٽيشن لکائيندو هو هن سينٽرل ڪميٽيءَ کي درخواست ڪئي تہ کيس هڪ اسٽينو گرافر ڏنو وڃي. اها درخواست نامنظور ڪئي ويئي. پر خروشيف انهن ماڻهن مان نہ هو. جيڪي هٿيار ڦٽا ڪن. هن پنهنجون يادگيريون ٽيپ رڪارڊر تي رڪارڊ ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. اها سندس پهرين ڪوشش هئي. جيڪا بنا ڪنهن رٿا بندي ۽ ادبي زبان جي ٽيپ ٿي. خروشيف جي دلچسپي وڌندي ويئي ۽ گهر وارن جي مدد سان هڪ خاص سسٽم بنجي ويو ڪيسٽ تان اها ڪاغذ تي لاٿي ويندي هئي. پوءِ زبان ۽ گرامر جون غلطيون درست ٿينديون هيون. خروشيف جون اِهي ڪيسٽون. 180 ڪلاڪن تي مشتمل آهن. جڏهن تہ اها فقط ڪم جي ابتدا هئي.

ڪجهہ وقت کان پوءِ آمريڪا ۾ خروشيف جي يادگيرن جو پهريون ڀاڱو ڇپجي بازار ۾ آيو. جنهن سڄي دنيا ۾ سنسني پکيڙي ڇڏي ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ ٻيون ڀاڱو بہ ڇپجي ويو. آمريڪي پبلشر اعلان ڪيو تہ وٽس نڪيتا خروشيف جي آواز جي ڪيسٽ موجود آهي. اهو ڪيسٽ آمريڪا ڪيئن پهتو. جڏهن تہ اصل ڪيسٽ خروشيف جي خاندان وٽ محفوظ هئي؟ تنهن جو مطلب اهو آهي تہ ٻي ڪيسٽ بہ موجود هئي. جيڪا ٻاهر هلي پئي. پر اها ڪنهن ناهي ۽ ڪٿي؟ اهو سوال پنهنجي جاءِ تي موجود هو پهرين ڀاڱي جو ڇپجڻ نہ فقط يورپ جي پريس جي لاءِ سنسني خيز هو. بلڪ خروشيف جي لاءِ بہ غير متوقع هو.

پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي صدر ۽ پولٽ بيورو جي ميمبر جناب پيل شي. خروشيف کي پنهنجي ڪيبنيٽ ۾ گهرايو. گفتگو انتهائي سخت لهجي ۾ ٿي. ماڻهو جو چوڻ آهي تہ جڏهن خروشيف 'پيل شي' جي ڪيبنٽ مان ٻاهر نڪتو تہ سندس دل تي هٿ رکيل هو. ٻي ڏينهن سيني اخبارن ۾ اهو بيان آيو تہ نڪيتا خروشيف ان ڳالهہ جي سختيءَ سان ترديد ٿو ڪري تہ هن پنهنجون يادگيريون پبلشر کي ڇپجڻ کي ڏنيون آهن. پر ان بيان ۾ ان حقيقت جي ترديد نہ هئي. يادگيريون پنهنجي جاءِ تي موجود هُيون.

1970ع ۾ خروشيف کي دل جو پهريون دورو پيو ڪجهہ ڏينهن تائين هو اسپتال ۾ داخل رهيو.

اتي سندس صحت ڪرڻ شروع ٿي ويئي. ان ڪري پنهنجي يادگيرين تي وڌيڪ ڪم جاري رکي نہ سگهيو. 1971ع جي گرم ڏينهن ۾ هو پنهنجي ٻني ٽڪر تي پوکي جو ڪم ڪندو هو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪرسيءَ تي خاموش ويٺو خلا ۾ گهوريندو رهندو هو. سيپٽمبر ڏاري هو پنهنجي ڏيءَ ۽ نا ٽي اليڪسئي جي گهر هليو ويو. اتي هو پنهنجي گارڊ سان گڏ ڪنييون گڏ ڪرڻ جي لاءِ جهنگ ۾ ويو. اتي سندس طبيعت خراب ٿي گهر ۾ ڊاڪٽر کي آندو ويو. جيڪو کيس اسپتال وٺي ويو. ٻي ڏينهن 11 سيمپٽمبر 1971ع تي هو وفات ڪري ويو. ان وقت سندس عمر 78سال هئي.

سوويت ماڻهن کي سندس وفات جي خبر 13 سيمپٽمبر تي ڇپجندڙ تمام ننڍي هڪ ڪالمي خبر مان پيئي. پارٽي يا حڪومت پاران ڪوبہ تعزيتي ٺهراءُ يا پيغام نہ هو. دفن جي هنڌ ۽ تاريخ جو بہ ڪو اعلان نہ هو. بهرحال ماسڪو وارن کي واتو وات اخبار جي اعلان کان اڳ اها خبر پئجي چڪي هئي تہ آنجهاڻيءَ کي ڏينهن جو 12 وڳي ”لوواجي چم“ قبرستان ۾ دفنايو ويندو. سندس دفن جي موقعي تي ماسڪو جي رهاڪن جو رستن تي تمام وڏو ميڙ هو. قبرستان کي فوج ۽ وزارت داخلا جي دستن گهيري ۾ وٺي لاٿو هو. عوام کي ان ڳالهہ جي اجازت نہ ڏني ويئي تہ هو ڪميونسٽ اڳواڻ کي آخري پيرو الوادع چئي سگهن.

سندس جنازو ماسڪو درياهہ جي ٻي پاسي کان آندو ويو. ڪفن دفن ۾ فقط ويجهن رشتيدارن، ڪجهہ دوستن ۽ ڪجهہ غير ملڪي اخبار نويسن کي قبرستان وڃڻ جي اجازت ڏني ويئي. پارٽي ۽ حڪومت پاران ڪنهن بہ شخص ڪفن دفن ۾ شرڪت نہ ڪئي. گلن جي هڪ چادر پارٽي ۽ حڪومت طرفان ۽ هڪ چادر ذاتي طور تي ميڪويان طرفان موڪلي ويئي هئي. آخري الوداعي لفظ سندس پٽ سرگئي ادا ڪيا.

سندس فقط هڪئي ڪم، سندس سڄي زندگيءَ جي گناهن کي ڌوئڻ لاءِ ڪافي آهي اهو هي تہ هن ٻن ڪروڙ ماڻهن کي جيلن ۽ مشقتي ڪئمپن مان ڪڍيو ۽ کين سياسي ۽ سماجي طور بحال ڪيو.



# خروشيف جون يادگيرون

(اڳين صفحن ۾ خروشيف جي يادگيرين جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪي Khrushchive Remebers جي نالي سان ڇپيون هيٺ انهن مان هڪ باب روس ۽ چين جي وچ ۾ لاڳاپا ڪيئن خراب ٿيا؟. جو ترجمو ڏنو ويو آهي.)

سياست بہ هڪ راند آهي! ۽ مائوزيتنگ سياست جي ان راند ۾ مخصوص ايشيائي عياريءَ جو رنگ پيدا ڪيو ۽ پنهنجي انهن ذاتي اصولن جو تابع بنائي ڇڏيو جن کي ڏاڍ، بد دیانتي ۽ انتقام جي بدترين شڪل جو نالو ڏيئي سگهجي ٿو. مائوزيتنگ ڪيترائي سال اسانکي ان راند ۾ دوکو ڏنو جو اسين سنڌس انهن چالاڪين کان چڱي طرح واقف ٿي وياسين. ٽاليراندي هڪ ڀيري چيو هو تہ 'هڪ ڊپلوميٽ کي زبان اُن لاءِ ڏني ويجي ٿي تہ هو پنهنجي خيالن کي لڪائي رکي'. منهنجي خيال ۾ اهائي ڳالهہ سياستدانن تي بہ ٺهڪي اچي ٿي. مائوزيتنگ جو ڪمال اهو آهي تہ هو پنهنجي اصلي جذبن ۽ ارادن کي ڏاڍي سُٺي نموني لڪائي ٿو رکي. مونکي چڱي طرح ياد آهي تہ جڏهن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ويهين ڪانگريس منعقد ٿي تہ مائوزيتنگ منهنجي ڏاڍي واکاڻ ڪندي ايستائين چيو هو تہ "ڪامريڊ خروشيف اسانجون اکيون کولي ڇڏيون آهن ۽ اسانکي اُها روشني ڏني آهي جو اسين هر شئي کي واضع نموني ڏسي سگهون". پر مون ڄاتو ٿي تہ هن جيڪي ڪجهہ چيو آهي، هن جي دل ۾ بلڪل ٻيو ڪجهہ آهي.

جڏهن آئون روسي حڪومت جي ذميدارين کان آجو ڪيو ويس تہ ڪجهہ سالن ۾ اهي ڪهاڻيون گردش ۾ اچڻ لڳيون تہ سويت روس ۽ عوامي جمهوريہ چين ۾ اختلافن جو بنياد رکڻ وارو آئون آهيان. آئون ان واهيات الزام جي ترديد بہ مناسب نٿو سمجهان، ڇو تہ تاريخ هاڻي اِهو ثابت ڪري چڪي آهي تہ ان الزام ۾ ڪيتري سچائي آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ جڏهن آئون پهريون ڀيرو مائوزيتنگ سان مليس تہ مون پنهنجي ساٿين کي پنهنجي ان راءِ کان آگاهہ ڪري ڇڏيو تہ 'مائوزيتنگ دنيا جي ڪنهن بہ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان نهي هلي نہ سگهندو، ڇو تہ هو پنهنجو پاڻ کي ۽ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ کي سيني تي حاوي ۽ برتر سمجهي ٿو'. آئون پوري يقين سان اڄان بہ ان راءِ کي ورجايان ٿو. جيڪڏهن اسٽالن ڪجهہ وڌيڪ وقت جيئرو رهي ها تہ روسي ۽ چيني حڪومتن ۾ اختلافن جي شروعات سنڌس ئي دور ۾ شروع ٿئي ها.

استالن، مائوزيتنگ جي باري ۾ ڏاڍي سخت راءِ رکندو هو. هو کيس سچو مارڪسي نہ سمجهندو هو. جنهن جو هڪ مثال هو اڪثر ياد ڪندو هو تہ جڏهن مائوزيتنگ جي فاتح انقلابي فوج شنگهائيءَ جي ويجهو پهتي تہ مائوزيتنگ پيش قدمي روڪڻ جو حڪم ڏنو. هن شهر تي قبضو ڪرڻ نہ ٿي چاهيو. اُن باري ۾ جڏهن استالن، مائوزيتنگ کان پڇيو "توهان شنگهائي تي قبضو ڇو نہ ڪيو؟ "

"شنگهائي جي آبادي سٺ لک ماڻهن تي مشتمل آهي". مائو جواب ڏنو "جيڪڏهن اسين شهر تي قبضو ڪنداسين تہ پوءِ اسان کي انهن سڀني شهرين جي کاڌ خوراڪ جو بندوبست ڪرڻو پوندو ۽ ايترن ماڻهن لاءِ اسين خوراڪ ڪٿان حاصل ڪنداسين. "

هاڻي اوهين ئي ڏسو تہ ڇا اِهو مارڪسي نقطہ نظر هو؟

استالن کي مائوزيتنگ تي اهو بہ اعتراض هو تہ هن مارڪس جي بنيادي تعليم کان انحراف ڪري پورهيت مزدورن تي مدار ڪرڻ بدران، هارين تي ڀروسو ڪيو ۽ ان سان گڏوگڏ هن پورهيت مزدورن جي ڀلائي جون ذميداريون قبول ڪرڻ کان بہ انڪار ڪري ڇڏيو. هيءَ تہ استالن جو نظرياتي اختلاف ٿيو پر حقيقت پنهنجي جاءِ تي قائم آهي تہ مائوزيتنگ هارين تي انحصار ڪندي مزدورن کي نظر انداز ڪري عظيم الشان انقلابي سوڀ ماڻي هُئي ۽ اها حقيقت آهي تہ مائوزيتنگ جي اها سوڀ ڪو معجزو نہ هُئي، بلڪ اُن کي مارڪسي فلسفي ۾ هڪ نئون رُخ ۽ نئون موڙ قرار ڏيئي سگهجي ٿو.

جڏهن مائوزيتنگ اقتدار ۾ آيو تہ استالن سان هن جي ڇڪتاڻ پيدا ٿي پئي، اُن ڇڪتاڻ جا سبب واضع هُئا، جتي عقيدي جو مسئلو هو، اُتي بہ اختلاف پيدا ٿيو. واپاري ۽ صنعتي سطح تي بہ اختلاف نمودار ٿيڻ لڳا. ان زماني ۾ استالن چين سان هڪ نئون معاهدو ڪرڻ ٿي چاهيو. جنهن موجب چين جي سنڪيانگ علائقي ۾ جيڪا معدنيات ليي ٿي، ان مان روس ۽ چين گڏيل فائدو وٺن. آئون سمجهان ٿو تہ اهڙو معاهدو اصل ۾ چيني عوام جي توهين ڪرڻ برابر هو ۽ استالن اها وڏي غلطي ڪئي هُئي، صدين کان فرانسيسي، انگريز ۽ آمريڪي چين جو استعمال ڪندا پي رهيا هئا ۽ روس بہ هڪ پرماري قوت بنجي چين جو استعحال ڪرڻ ٿي چاهيو استالن ان کي استعحال نٿي سمجهيو هو پولينڊ، جرمني، بلغاريہ ۽ چيڪو سلواڪيہ گڏيل مفاد جا ڪيترائي ادارا قائم ڪري چڪو هو.

هڪ ڏينهن استالن اسان سڀني وڏن کي گهرايو ۽ اسان کان پڇيو تہ ڇا اوهان مان ڪنهن کي خبر آهي تہ چين ۾ سون ۽ هيرن جون کاڻيون ڪٿي آهي؟ اسان مان ڪنهن کي خبر نہ هُئي تہ چين ۾ سون

۽ هيرن جو ڪاٽيون ڪٽي آهن، اسان سرياٽ ڪندي هڪ ٻئي سان استالن جي اُن سوال جو مذاق اڏايو پر استالن جي دلچسپيءَ جو ڪارڻ سمجهه ۾ آيو ٿي هن باربار ڏاڍي شڪايتي انداز ۾ چيو ٿي تہ چين ۾ دولت جا انبار لڳل آهن جن کي مائوزيتنگ اسان کان لڪائڻ ٿو چاهي ۽ گڏوگڏ ان خيال جوبہ اظهار ڪندو رهيو تہ جيڪڏهن اسين چين کي وڏيون رقمون قرض طور ڏيون تہ هو ان جي صلي ۾ اسانکي بہ تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيڻ تي ضرور مجبور ٿيندو.

هڪ ڏينهن اسين استالن جي ميز جو چوڌاري ويٺا اُن مسئلي تي سوچ ويچار ڪري رهيا هُئاسين تہ اسانکي پنهنجي ملڪ ۾ ربڙ جي جيڪا ضرورت آهي، سا اسين سرمائيدار ملڪن کان خريد ڪري پورو ڪندا آهيون، ان سلسلي ۾ ڪو اهڙو رستو ڳولهڻ گهرجي جو اسين سرمائيدار ملڪن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري پنهنجي ملڪ جي ضرورتن کي پورو ڪري سگهون، مون رٿ پيش ڪئي تہ اسانکي مائوزيتنگ کي آڇ ڪرڻ گهرجي تہ هو روسي قرضن ۽ ماهراڻي سهڪار جي بدلي ۾ اسانکي چين ۾ ربڙ جي پوک ڪرڻ جي اجازت ڏي. اسان هڪ باهمي معاهدو طئي ڪيو پر اُن تي عمل ٿي نہ سگهيو ڇوتہ، چينين هينان جي ٻيٽ ۾ پوک لاءِ جيڪا ايراضي منظور ڪئي، سا ٿوري هُئي ، ۽ ڪارآمد ثابت ٿي نٿي سگهي، اها رٿا بہ پنهنجي شروعاتي مرحلن ۾ ختم ٿي ويئي.

هڪ ڏينهن اوچتو استالن کي نئين ڳالهہ سُجهي انهن ڏينهن استالن کي ڏٻن ۾ بند پائن ايپلن سان ڏاڍي دلچسپي پيدا ٿي ويئي هُئي، هن هڪدم مالنڪوف کي حڪم ڏنو تہ هو مائوزيتنگ جي نالي خط لکي، ويچارو مالنڪوف جيڪو وزير هو پر انهن ڏينهن هو استالن جي منشيءَ کان وڌيڪ حيثيت نہ رکندو هو. استالن، مائوزيتنگ جي نالي نياپو موڪليو تہ هو اسانکي چين ۾ پائن ايپل کي ڏٻن ۾ بند ڪرڻ جي فئڪٽري لڳائڻ لاءِ جاءِ فراهم ڪري، مون استالن جي ان تجويز سان اختلاف ڪيو ۽ چيو تہ چين ۾ ڪميونسٽ اجان نوان اقتدار ۾ آيا آهن، تنهن ڪانسواءِ چين ۾ اڳ ۾ ئي ڪيترائي پر ڏيهي ڪارخانا موجود آهن. هاڻي جيڪڏهن روس بہ چين جي سرزمين تي پنهنجي فئڪٽري قائم ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪندو تہ پڪ سان مائوزيتنگ دل ۾ ڪندو. استالن کي منهنجي ڳالهہ نہ وڻي ۽ هن مونکي حسب معمول دٻ پٽي، ڏينهن ٻن ۾ چين مان جواب اچي ويو، جيڪو منهنجي توقع جي عين مطابق هو. مائوزيتنگ لکيو هو اسانکي اوهانجي تجويز منظور آهي، روسي حڪومت پائن ايپل کي ڊٻن ۾ بند ڪرڻ جي فئڪٽريءَ ۾ دلچسپي رکي ٿي تہ هو اسانکي قرض ڏي، اسين ان قرض جي بدلي ۾ فئڪٽري تعمير ڪنداسين ۽ ان فئڪٽري جي پيداوار وڪڻي قرض ادا ڪنداسين. اهو جواب پڙهي استالن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ هو ڪجھ دير تائين مائوزيتنگ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو رهيو.

مون پنهنجي زماني ۾ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ته اسانجي ڪنهن طرز عمل سان چينين يا مائوزيتنگ جي دلين ۾ ڪا بدگماني پيدا نه ٿئي. پر اسانجون سموريون تدبيرون ۽ احتياط ڪنهن ڪم به جو نه ٿيو ۽ چينين اسانکي هيناهين ڏيکارڻ جي پاليسي اختيار ڪري ورتي. هاڻي اهو ته ظاهر آهي ته آئون مسيح ته نه آهيان. جيڪو طرح ڪير هڪ چماٽ هڻي ته ورائي ڪيس ٻي لڳل ڏي.

روس ۽ چين ۾ جيڪي اختلاف پيدا ٿيا ۽ پوءِ ڪميونزم ۾ فرقي بندي جي حيثيت اختيار ڪري ويا، ان جي سڄي ذميواري منهنجي خيال ۾ روسين طرفان "يوڊين" تي لاڳو ٿئي ٿي. چين ۽ روس جا ناتا خراب ڪرڻ جي سلسلي ۾ منهنجي باري ۾ جيڪي افواهه پکيڙيا ويا انهن جو سرواڻ به اهوئي يوڊين هو. ڪو وقت اهڙو به هو جو آئون يوڊين جو احترام ڪندو هُئس ۽ جڏهن يوڊين کي چين موڪليو ويو ته مون خوشيءَ جو اظهار ڪيو هو. ٿيو هيئن جو مائوزيتنگ، ڪنهن زماني ۾ استالن کي هڪ خط لکيو جنهن ۾ هُن لکيو هو ته هو ڪنهن مارڪسي فلسفيءَ کي چين موڪلي، جيڪو سندس لکڻين کي مرتب ڪري سگهي. مائوءَ کي هڪ اهڙي شخص جي ضرورت هُئي، جيڪو واقعي مارڪسي فلسفي تي سَند جي حيثيت رکندو هُجي ۽ مائوزيتنگ جي تحريرن ۾ مارڪسي نقطئه نظر کان جيڪي خاميون آهن، تن جي درستي به ڪري سگهي. هن، اهم فرض جي لاءِ اسان روسي سفير طور يوڊين جي چونڊ ڪري کيس چين موڪليو ڪجهه وقت تائين مائو ۽ يوڊين ۾ خوب ياري رهي، جيتوڻيڪ استالن ان ڳالهه تي پريشانيءَ جو اظهار ڪندو رهندو هو ته يوڊين مائوزيتنگ جو احترام نٿو ڪري، ۽ خود ماؤ وٽ وڃڻ بدران، مائوزيتنگ کي پاڻ وٽ گهرائي ٿو پر مائوزيتنگ ۽ يوڊين ٻئي ان وقت تائين هڪٻئي کان مطمئن هُئا، ان دوران اسانکي يوڊين جو هڪ ڳجهو خط مليو جيڪو ڳجهي زبان ۾ لکيل هو ان خط ۾ يوڊين اُهي سموريون ڳالهيون ڏاڍو تفصيل سان لکيون هُيون، جيڪي مائوزيتنگ روس ۽ استالن جي باري ۾ چوندو هو اسين ان خط تي به ڪو گهڻو نه ڪاوڙياسين ۽ اسان سوچيو ته مائو يوڊين مان تنگ ٿي چڪو آهي، اسان فيصلو ڪيو ته يوڊين کي چين مان واپس گهرايو وڃي، هونئن به سفير جي حيثيت سان هو ناڪام ٿيو هو جيستائين مائو ۽ سندس ذاتي تعلقات بحال هُئا، تيستائين هو ڪارآمد ثابت ٿي سگهيو ٿي، پر هاڻي انهن تعلقاتن ۾ ڏار پئجي چُڪا هُئا، انهن سبب جي ڪري اسان يوڊين کي چين مان واپس گهرايو. يوڊين کي اهو فيصلو سنو نه لڳو ۽ هن انتقامي ڪاروائيءَ طور يا رد عمل تحت افواهن جو بازار گرم ڪري ڇڏيو جيستائين منهنجي ۽ ماؤ جي ناتن جو مسئلو آهي ته مون سدائين ساڻس دوستاڻا ناتا قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي، مون استالن جيان مائو يا چين، مان ڪوبه فائدو وٺڻ جي ڪڏهن به ڪوشش نه ڪئي، جيتوڻيڪ چين پوري

ڪوشش ڪئي ته هو اسان مان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪري، 1954ع ۾ ہي مهاپاري لڙائي جي اثرن هيٺ روس غذائي معاملن ۾ اڃان پاڻپرو نه ٿيو. ملڪ ۾ بُک عام هُئي، اسين پيڪنگ ۾ هُئاسين. جڏهن چواين لائي هڪ عجيب ڳالهه چئي، "منهن جو خيال آهي ته اوهين اسانکي هڪ نئين يونيورسٽيءَ جو خرچ سوڪڙي طور ڏيئي سگهون ٿا". مون ان ئي وقت چواين لائي کي ان ڳالهه جو واضع جواب ڏنو هو ته "هن وقت اسين پاڻ غريب ٿي چُڪا آهيون. اِهو ممڪن آهي ته اسين چين کان وڌيڪ دولتمند هُجون. پر مهاپاري جنگ اڃا هاڻ ختم آهي، حالتون خراب آهن. اسين اڃان پنهنجن پيرن تي بيهي نه سگهيا آهيون. روس جي ڪمزور معاشي حالتن جي باوجود به اسان چين ۾ ڳريون رقمون صرف ڪيون آهن. پورٽ آرٿر ۽ ڊواليني جا بندرگاهه چينين کي مفت ڏنا آهن. اهڙي طرح باٿر کان پيڪنگ تائين ويندڙ رستو به روسين ئاهي ڏنو آهي". پر مائو کي اسان جي اها خدمت پسند نه آئي ۽ هن رٿ پيش ڪئي ته قازقستان کان پيڪنگ تائين هڪ نئون رستو ئاهيو وڃي. اسان اُن رٿ ۾ اها ترميم پيش ڪئي ته روس ۽ چين کي ملائيندڙ رستي جي اڏاوت جي تڪميل جي لاءِ روس پنهنجي علائقي ۾ رستو تعمير ڪري ۽ چيني پنهنجي علائقي ۾ ۽ پوءِ انهن کي ملايو وڃي . ان تي چڱو بحث هليو آخر اسان پنهنجي حصي جو رستو ئاهڻ شروع ڪيو. هيڏانهن چينين وري مطالبو ڪيو ته اسين سنڌن علائقي ۾ رستو ئاهي ڏيون. اسانجي علائقي وارو رستو مڪمل ٿي ويو. پر چيني علائقي ۾ اڃان تائين ڪم جي شروعات به نه ٿئي هُئي.

1954ع ۾ جڏهن آئون چين کان واپس روس پهتس ته مون پنهنجي ساٿين تي واضع ڪري ڇڏيو هو ته چين سان اختلاف جو پيدا ٿيڻ هاڻي اٽتر تي پيو آهي. آئون ان نتيجي تي مائو جي ڪن اشاراتي ۽ ڪن پڌرين ڳالهين جي ڪري پهتس. جڏهن اسين چين وياسين ته اسانجو زبردست آڌر ڀاءُ ڪيو ويو. پر مونکي ان ۾ منافقت نظر اچي رهي هئي. آئون ۽ مائو اهڙي نموني ملياسين. ڄڻ اسان جي ناتن جهڙا ناتا دنيا ۾ ہي ڪنهن جا به ناهن. اسان سنڌن دوستن جيان مختلف موضوعن تي دل کولي ڳالهايو. پر آئون محسوس ڪري رهيو هئس ته ماحول ۾ گهٽ آهي ۽ جيڪي ڪجهه چيو ۽ ڏيکاريو پيو وڃي ان ۾ منافقت موجود آهي ۽ مائو جا ارادا تمام وڏا آهن هڪ ڏيهاڙي اسين ترڻ واري تلاءُ (سوئمنگ پول) جي ويجهو ليٽيا گپ شپ ڪري رهيا هئا سين. جو اوچتو مائوزيتنگ مون کان سوال پڇيو "ڪامريڊ خروشيف تنهنجو ڪهڙو خيال آهي جيڪڏهن آئون سرمائيدار ملڪن جي خلاف فوجي ڪاروائيءَ جي شروعات ڪريان. ڪامريڊ! توکي خبر آهي ته اسين سرمائيدار ملڪن تي برتري رکون ٿا. واقعي ٿورو سوچ ته سهي، چين، روس ۽ اشتراڪي ملڪ ڪيڏي نه وڏي فوج گڏ ڪري سگهن ٿا". مونکي مائو جي انداز فڪر ۽ ارادي تي ڏاڍو تحجب ٿيو ۽ مون کيس سمجهائڻ شروع ڪيو ته. هاڻي دنيا گهڻو

اڳيان وڏي ويئي آهي. هاڻي فوجن جي تعداد ڪي نہ پر موتمار ۽ اثرائتن هٿيارن کي ڏٺو وڃي ٿو دنيا هن وقت ائٽمي دور ۾ داخل ٿي چڪي آهي ۽ جنگ جا قبائلي انداز بدلجي چڪا آهن. پر ماؤ تي منهنجي ڳالهين جو ڪو خاص اثر نہ ٿيو هن منهنجا دليل ٻڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ مونکي ٻيڄو تصور ڪرڻ لڳو. مونکي ماؤ جي غير مستقل مزاجيءَ تي ان وقت ڏاڍي ڪل آئي جڏهن 1957ع ۾ هو هڪ عالمي اهميت جي حامل ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ماسڪو آيو. هن مونکي چيو مون هڪ اخبار ۾ پڙهيو هو تہ روسي بچاءُ واري وزير زوهڪوف چيو آهي تہ 'جيڪڏهن ڪنهن سوشلسٽ ملڪ تي ڪنهن سرمائيدار ملڪ حملو ڪيو تہ روس جارح ملڪ جي خلاف جوابي ڪاروائي ڪندو' جيڪڏهن روس ايئن ڪيو تہ اِها وڏي غلطي هوندي". مون ماؤ کي ٻڌايو تہ "روسي بچاءُ واري وزير جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي سا سندس ذاتي راءِ ڪانهي. پر اهو روسي حڪومت ۽ سڄي دنيا جي اشتراڪين جو فيصلو آهي". ان وقت مان ۽ ماؤ دوستاڻي انداز ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪري رهيا هئاسين. پر اها ڳالهہ ٻڌي ماؤ جو لهجو هڪدم بدلجي ويو ۽ چوڻ لڳو "جيڪڏهن سرمائيدار ملڪن اسانجي ملڪ چين تي حملو ڪيو تہ توهانکي مداخلت ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. اسين پاڻهي ڪين منهن ڏينداسين. اوهانجو ڪم هيءَ آهي تہ پنهنجي بقا ۽ سلامتي کي برقرار رکو منهنجو خيال آهي تہ جيڪڏهن اوهان تي ڪنهن سرمائيدار ملڪ حملو ڪيو تہ اوهين ان جو مقابلو ڪري نہ سگهندا". مونکي ماؤ جي ان ڳالهہ تي ڏاڍي حيرت لڳي. مائو چئي رهيو هو "اوهانجو ڪم آهي پنتي هٽڻ، ٻي مهاڀاري جنگ ۾ بہ اوهين استالن گراڊ تائين پنتي هٽيا هئا. هاڻي بہ جيڪڏهن ڪنهن اوهان تي حملو ڪيو تہ اوهين يورال تائين پنتي هٽي وڃجو. اُتي منهنجي خيال ۾ اوهين ٻن يا ٽن سالن تائين تہ مزاحمت ڪري سگهو ٿا ۽ ها اوهانجي پويان چين اوهانجو مددگار هوندو". مائوزيتنگ جي ان لپاڙ بازيءَ مان سندس ارادن ۽ موجوده زماني جي جنگي حڪمت عمليءَ جي باري ۾ سندس اڻ ڄاڻائي سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي ۽ مائوزي تنگ جي انهيءَ فڪري نظريي مان اها ڳالهہ بہ پڌري ٿي وڃي ٿي تہ روس ۽ چين ۾ ڪي بنيادي اختلاف پيدا ٿي چڪا هئا. هيڏانهن جڏهن ويهين عالمي ڪانگريس ٿي تہ مائوزيتنگ کي اندازو ٿي ويو تہ ڪميونسٽ تحريڪ ۾ چينين لاءِ ڪو مقام حاصل ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو. ڪانفرنس ۾ ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويو هو تہ شخصيتن جا بُت نہ ناهيا وڃن، آمرانہ هٿڪنڊن کان پاسو ڪيو وڃي ۽ سيني جمهوري، اينٽي ڪميونسٽ پارٽي تحريڪن ۽ روين کي ختم ڪيو وڃي. هن ڪانفرنس ۾ استالن جي اصليت پهريون ڀيرو پڌري ٿي ۽ ان جي زبردست مذمت ڪئي ويئي. هيڏانهن مائوزيتنگ هو جيڪو استالن جي نقش قدم تي هلي رهيو هو.

مائو پنهنجي شخصيت کي ديوتا جو رنگ ڏيئي ڇڏيو آهي ۽ سندس اهو طرز عمل عالمي

اشتراڪيت لاءِ هاجيڪار آهي.1962ع ۾ جڏهن مونکي خبر پئي تہ روسي فوج ”مائو“ جا اهي ڪتاب شايع ڪري رهي آهي، جيڪي سندس انهن قولن تي ٻڌل آهن، جيڪي جنگي حڪمت عمليءَ سان واسطو رکن ٿا، تہ مون هڪدم روسي بچاءُ واري وزير کي گهرايو ۽ کيس چيم ”ماؤ جا ڪتاب ڇو ڇپيا شايع ڪيا وڃن. اُن وقت، جڏهن اسين جرمن فوجن کي شڪست ڏيئي چڪا هئاسين. تڏهن ماؤ جا ماڻهو چاقن ۽ سنگينن سان جنگ ڪري رهيا هئا ۽ مستقل ۾ جيڪڏهن ڪا جنگ ٿي تہ اسين مائو جي نظرين مان ڇا هڙ حاصل ڪري سگهون ٿا. مائو جون لکڻيون ڇاپڻ ڇريائپ ۽ بيڪار ڳالهہ آهي“. روس جي بچاءُ واري وزير مالينو فسڪي ۽ سندس ساٿين جا ذهن فوجي هئا، پر جنگ جي موضوع تي مائو جا ڪتاب شايع ڪرڻ وقت جو زيان هو. هاڻي مونکي ياد ڪونهي تہ مائوءَ جا جيڪي ڪتاب ڇا ڇپيا ويا هئا، تن جو ڇا ٿيو؟ انهن کي ڪنهن گودام ۾ سڙڻ لاءِ ڦٽو ڪيو ويو يا ساڙيو ويو.

چين هر موقعي تي اسانکي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪجهہ اهڙا موقعا بہ آيا، جڏهن روس پروٽو ڪول جي مڙني اصولن کي نظر انداز ڪري مختلف اهم مامرن جي نبيري لاءِ خود اڳڀرائي ڪئي، پروٽو ڪول موجب مائو کي ڪپندو هو تہ هو روس اچي ها، پر مامرن جي نبيري لاءِ آئون پاڻ 1959ع چين ويس تہ جيئن مائوءَ سان ملاقات ڪري باهمي مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪري ڪنهن نتيجي تي پهچي سگهون. 1959ع ۾ اسانجون ملاقاتون دوستاڻي ماحول ۾ ٿيون، پر ڳالهہ ٻولهہ جو ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو هڪ اهم مسئلو روسي ’سب ميرينيز‘ جي لاءِ چين ۾ رابطي جو ريڊيو اسٽيشن قائم ڪرڻ هو ان سلسلي ۾ مائو هڪ ڀيرو انڪار ڪري چڪو هو ان ملاقات ۾ جڏهن اهو موضوع ڇيڙيو ويو تہ مائو سخت لهجي ۾ چيو ”هرگز نہ! آئون ان مسئلي تي ڪجهہ بہ ٻُڌڻ لاءِ تيار نہ آهيان“. آئون اجان تائين سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ هو ايترو جلد ناراض ڇو ٿيو. هن ڏاڍي ڪاوڙ مان باربار انڪار ڪيو ۽ چيو تہ ”هو پنهنجي سر زمين تي ڪنهن جي بہ موجودگي، پوءِ ڀلي اها باهمي سهڪار جي سلسلي ۾ ڇو نہ هجي، قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي“

جڏهن مائو اهو اعلان ڪيو تہ پنجن سالن جي اندر اندر چين آمريڪا سان ڪلها هڻندو تہ ان سان گڏ هن روس جي بہ زور شور سان مخالفت شروع ڪري ڏني، ان دور ۾ مائو هڪ خاص انداز فڪر کي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اهو نعرو هنيو تہ پُر امن طريقي سان عالمي بقا باهمي جو تصور بہ هڪ بورزوا تصور آهي، ان نظريي جو سهارو وٺي ماؤ ڪميونسٽ پارٽين ۽ خاص ڪري روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي خلاف خوار ڪنڌڙ مهم جي شروعات ڪئي، مونکي اجان بہ چڱي طرح ياد آهي تہ جڏهن آئون ريٽائر ٿيس تہ مون ريڊيو تي مائوءَ جو هڪ انٽرويو ٻڌو، جيڪو آمريڪي

صحافين ورتو هو هڪ صحافي پڇيو هو.

”ڇا واقعي توهين دنيا کي جنگ جي بنيءَ ۾ ڦٽو ڪرڻ ٿا چاهيو؟“ مائوءَ ان سوال جو جواب ڏنو هو ”نه هرگز نه چيني جنگ کي پسند ڪونه ٿا ڪن. اسين ته فقط ان صورت ۾ جنگ ڪنداسين جڏهن سڏو سئنون اسانجي ملڪ تي حملو ڪيو ويجي“. بورزوا صحافين جي سوالن جي وٺ وٺان جي دٻاءُ ۾ اچي ماؤ پنهنجي انٽرويو ۾ اها ڳالهه ڪيترا گهمرا دهرائي ته چين پر امن طريقي سان باهمي بقا جي نظريي جو قائل آهي. منهنجو خيال آهي ته باهمي بقا جي نظريي کي ڍونگ قرار ڏيندڙ دراصل ماؤ نه هو پر اُن جو مک چواين لائي هو.

ڪريملن ۾ پورهيتن ۽ ڪميونسٽن جي عالمي ڪانگريس 1960ع ۾ منعقد ٿي. ان ڪانگريس ۾ چيني وفد جي قيادت ليو شاؤچي ڪئي (ليوشائوچي جنهن کي پوءِ ماؤ غدار قرار ڏيئي قيد ڪيو هو) ۽ هن روسي پاليسين جي سخت مخالفت ڪئي، چين کان به وڌيڪ سندس پاليل ايجنٽ البانيا جي نمائندي اسانجي مخالفت ڪئي هئي، تڏهن کان اختلافن جو دائرو وسيع ٿيندو ويو البانيا کي چين پنهنجو پُڇ لٽڪائو بنائي رکيو هو ۽ پنهنجي مطلب جي جيڪا ڳالهه چاهي اُن جي واتان چورائيندو رهندو هو اسان هر ممڪن ڪوشش ڪئي ته اشتراڪيت ۾ ڪو نئون فرقو جنم نه وٺي، پر چين سيني بنيادي اصولن کي نظر انداز ڪري ڇڏيو چين ۽ البانيا کي جيڪا ڳالهه وڌيڪ ٿي ڪٽڪي سا جمهوريت آهي. جمهوريت جو نقصان هيءَ آهي ته اڳواڻ ان وقت تائين اقتدار ۾ رهي نه ٿو سگهي، جيستائين هو پنهنجي ساٿين سان صلاح مصلحت نه ٿو ڪري، هڪ جمهوري اڳواڻ لاءِ اهو ضروري هوندو آهي ته هو اها ڳالهه ذهن ۾ ويهاري ته هن جي اقتدار جو دارو مدار عوام تي آهي، عوام جي سگهه ۽ ارادو ئي اصل شئي آهي، عوام هر اهڙي اڳواڻ کي قبول ڪري ٿو جيڪو اهو ثابت ڪري سگهي ته هو منجهائن ئي آهي، هڪ جمهوري اڳواڻ پنهنجي عوام ۽ پنهنجي پارٽيءَ جو خادم هوندو آهي، هي اهي خوبيون ۽ خصلتون آهن. جيڪي مائو ۾ بنهه ڪونهي، ماؤ ۾ حڪمراني ۽ مطلق العناني جو جنون پنهنجي انتها تي پهتل آهي، هن جي جنون ۽ جاهه طلبيءَ جي ڪري ڪي ماڻهو چون ٿا ته هو چريو ٿي چڪو آهي، پر مائو تي اِهو الزام هڻڻ غلطي ۽ چرياڻپ آهي، هن چين کي هڪ نئين دور ۾ داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، چيني هاڻي ڪنهن به اهڙي قانون کي نه ٿا مڃين، جنهن ۾ جبر نه هجي، جنهن ۾ طاقت جو اظهار ڪيل نه هجي، چين ۾ جيڪڏهن ڪو قانونن جي پيچڪڙي ڪرڻ جي همت ڪريٿو ته ان کي ڦوندا ڦوندا ڪيو وڃي ٿو هو ان ڏوهاريءَ کي هزارين انسانن جي سامهون ”چوڪ“ تي بيهاري سزا ڏين ٿا، آخر اِها ڪهڙي قسم جي سياست آهي؟ ان کي ته بربريت جو نالو به نه ٿو ڏيئي سگهجي، هي ته ان کان به ڪا بدترشئي آهي، گهٽ ۾ گهٽ اِهو ته سوچڻ کپي ته اسين

ويهين صدي مان گذري رهيا آهيون.

روس جي خلاف، چين جي سيني الزامن جي باوجود بہ اسانکي چيني عوام جي خلاف ڪنهن بہ ڳالهہ کي دل ۾ جڳهہ ڏيڻ نہ کپي، جيڪڏهن اسين بہ چينين کان نفرت ڪرڻ لڳنداسين تہ اِها وڏي غلطي هوندي، جيڪڏهن اسين بہ چينين وانگر اهو سوچڻ لڳون تہ هڪ خاص قوم هئڻ جي ڪري اسان جا خاص حق آهن ۽ اسانکي ٻين قوميتن تي فوقيت حاصل آهي تہ ايئن اسين بہ چينين وانگر گمراهہ ٿي ويندا سين ۽ هونئن بہ اِهو اُهو نقطو آهي، جتان فسطائيت (فاشزم) جي شروعات ٿئي ٿي، تنهنڪري اسانکي اِهو مڃڻ کپي تہ چيني اسان جا ڀائر آهن، هو بہ اسان وانگر انسان آهن، تنهنڪري مان سمجهان ٿو تہ چين سان اختلاف ختم ڪرڻ لاءِ اسانکي هر ڪا پيش قدمي ڪرڻ کپي ۽ مون کي اِهو بہ ڀروسو آهي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن چيني ۽ روسي ڪميونسٽ پارٽين جو اتحاد ضرور ٿيندا.



# سري مائو بندرا نائيڪي
# دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم

”مون کي خوشي آهي تہ تاريخ اسان تي مهربان رهي آهي. هن منهنجي مڙس، مون کي ۽ منهنجي ڌيءَ کي ملڪ جو اڳواڻ بنايو آهي.“

اهي خيال دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم سري مائو بندرا نائيڪيءَ جا آهن. جن جو اظهار هن پنهنجي چالاڻي کان ڪجهہ وقت اڳ ڪيو هو. سري لنڪا جي 84 سالن جي اڳوڻي وزيراعظم سري مائو بندرا نائيڪي 10 آڪٽوبر 2000ع تي مرڻ کان ٿورو اڳ ملڪ جي عام چونڊن ۾ پنهنجو ووٽ وڌو. جيڪو هن جي چاليهن سالن جي سياسي زندگيءَ جو آخري ووٽ ثابت ٿيو.

مسز بندرا نائيڪي، جنهن کي پيار مان ماڻهو ’مسز بي‘ چوندا هئا. سيلون جي هنگاما خيز سياست ۾ 1959ع ۾ پنهنجي مڙس جي قتل کانپوءِ اُڀري آئي. سندس مڙس کي هڪ ٻُڌ راهب قتل ڪري ڇڏيو هو. مڙس جي زندگيءَ ۾ هن ڪڏهن بہ سياست ۾ اچڻ جي لاءِ نہ سوچيو هو ۽ نہ ڪو وري سياست جي رمزن ۽ اسرارن کان واقف هئي. ان وقت هوءَ هڪ سگهڙ گهريلو مشرقي عورت، محبت ڪندڙ زال ۽ ماءُ هئي. البتہ هوءَ پنهنجي مڙس جي ڪارڪردگيءَ کي ڏاڍي فخر سان ڏسندي ۽ سندس حوصلي افزائي ڪندي هئي. خاص ڪري تڏهن، جڏهن هن صحت واري وزير جي حيثيت سان سيلون کي مليريا کان مڪمل ڇوٽڪارو ڏياري ايشيا ۾ منفرد اعزاز حاصل ڪيو تہ مسز بندرا نائيڪي جي خوشي ڏسڻ وٽان هئي. هوءَ مڙس سان گڏ ڏيهي ۽ پرڏيهي دؤرن تي ويندي هئي، پر سياست کان پري رهندي هئي. هوءَ عام طور تي چوندي هئي تہ ”منهنجي لاءِ سياست کان وڌيڪ اهم گهر، ٻار ۽ مڙس آهي، جن کي منهنجي گهرج آهي، ملڪ کي منهنجي مڙس جي گهرج آهي، اسين ٻئي اهو ڪم سُٺي نموني ڪري رهيا آهيون.“ پر انهيءَ المناڪ ينڻ بندرا نائيڪيءَ جي سوچ ۾ تبديلي آڻي ڇڏي. مڙس جي قتل کان ڪجهہ مهينا پوءِ سري مائو پنهنجي مڙس جي جوڙيل پارٽي، ”سري لنڪا فريڊم پارٽي“ جي سرپرست بنجي سياست جي دنيا ۾ وک رکي. 1960ع ۾ پارٽيءَ جي صدر ’سي پي ڊي سلوا،‘ صحت جي خرابيءَ جي ڪري، صدارت جي عهدي تان استعيفيٰ ڏني تہ مسز بندرا نائيڪي پارٽيءَ جي صدر بنجي وئي ۽ تمام جلد سياست جا داءُ پيچ سکي ۽ سمجهي وئي.

جولاءِ 1960ع جي عام چونڊن ۾ سندس پارٽي ڀرپور حصو ورتو. مسز بندرا نائيڪي چونڊ مهم ڏاڍي زور ۽ شور سان هلائي ۽ سڄي ملڪ جو طوفاني دؤرو ڪيو ۽ ڏاڍيون جذباتي تقريرون ڪيائين.

مڙس جي قتل کي اجا هڪ سال مس ٿيو هو غم اجا تازو هو ۽ ماڻهن جون جذباتي همدرديون بہ بندرا نائيڪي سان گڏ هيون. مڙس جي ياد ۾ بيوهہ جي لڙڪن پنهنجو اثر ڏيکاريو ۽ انهيءَ چونڊ مهم جي دؤران کيس ڏُکاري بيوهہ (The weeping widow) جو خطاب مليو. عام چونڊن ۾ هن جي پارٽي ڪاميابي ماڻي ۽ 21 جولاءِ 1960ع تي هن وزيراعظم جي حيثيت سان حلف کنيو ۽ دنيا جي پهرين عورت سربراهہ حڪومت بڻي. هوءَ تي پيرا وزيراعظم چونڊي ۽ لڳ ڀڳ سترهن سالن تائين ملڪ جي سياسي زندگيءَ تي گهرا نقش ڇڏيائين.

1960ع ۾ وزيراعظم بنجڻ ڪانپوءِ سري مائو پنهنجي مڙس جي سوشلسٽ پاليسين تي هلندي رهي. حلف کڻڻ جي ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ هن مختلف ادارن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جي شروعات ڪئي، جنهن جي سڄي ملڪ ۾ سخت مخالفت ٿي، پر هوءَ ثابت قدميءَ سان اڳيان وڌندي رهي. جيتوڻيڪ وزيراعظم جو عهدو سنڀالڻ ڪانپوءِ کيس مختلف نوعيت جي مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو ۽ کيس ڏاڍي پريشاني ٿي، پر هوريان هوريان منجهس پاڻ ڀروسو وڌندو ويو ۽ هن ڏاڍا انقلابي قدم کنيا. دنيا جي سياسي اسٽيج تي بہ هن اهم ڪردار ادا ڪيو. هندستان ۽ چين ۾ ڇڪتاڻ گهٽائڻ جي لاءِ هن ڏاڍا اثرائتا قدم کنيا، جيڪا 1962ع ۾ سرحدي جنگ جي ڪري پيدا ٿي وئي هئي. مسز نائيڪي ٽي پيرا وزيراعظم بني ۽ هر دؤر ۾ پنهنجي مڙس جي پاليسين تي هلندي رهي. 1961ع ۾ هن انگريزي جي جاءِ تي سنهالي زبان کي سرڪاري زبان بنائڻ جو اعلان ڪيو جنهن سان ڏهہ لک تامل رهاڪو پڙڪي اُٿيا. هن سڀني اخبارن جو ڪنٽرول سنڀالي هڪ ڪارپوريشن بنائي، جنهن ۾ خانگي شيئر بہ هئا. هن اسڪول کي، جيڪي ڪرسچئن گروپ جي تسلط ۾ هئا، آزاد ڪرايو. هن پرڏيهي پاليسي بہ اڻ ڌري رکي.

1965ع ۾ هوءَ 'مسٽر سنها نائيڪي' جي مقابلي ۾ چونڊون هارائي وئي، پر 1970ع ۾ ٻيهر اقتدار ۾ اچي وئي ۽ وزيراعظم جو حلف کڻڻ کان هڪدم پوءِ هن هڪ جمهوري آئين لاڳو ڪيو. سيلون جو نالو بدلائي سري لنڪا رکيو ۽ کيس رعيتي راڄ قرار ڏنو. سندس ٻيو دؤر ستن سالن تائين رهيو. انهيءَ دؤران هن پنهنجي طاقت جو ڀرپور مظاهرو ڪيو. گهٽيون ٽٽيون بغاوتون چٿي ڇڏيائين. وسيع اختيار پنهنجي هٿ ۾ ڪٽي ۽ مختلف محاذن تي (جن ۾ هڙتالون ۽ تاملن جون جدائيءَ جون تحريڪون شامل هيون) حالتن کي قابو ۾ ڪرڻ جي لاءِ سخت قدم کنيائين. پوءِ هن سماجي انصاف جي اصولن تحت پنهنجي سڄي زمين غريبن ۾ ورهائي ڇڏي.

1977ع ۾ مسز بندرا نائيڪي کي چونڊن ۾ شڪست ملي ۽ هوءَ هڪ بي اختيار مخالف ڌر جي اڳواڻ بنجي ويئي. 1980ع ۾ ان وقت جي صدر "جي ورڌني" سندس خلاف پنهنجي حڪومتي دؤر ۾

اختيارن جي ناجائز استعمال جي الزام ۾ جاچ ڪرائي، ڏوهه ثابت ٿيڻ تي ڪيس ستن سالن تائين شهري حقن کان محروم ڪيو ويو. جيتوڻيڪ انهيءَ قدم جي ڪري سندس سياسي ساک کي سخت ڌڪ لڳو پر سندس سياسي ڪردار ختم نه ٿيو. ٻيٽ جي هڪ اخبار ويجهڙ ۾ هن جي باري ۾ لکيو هو ته: ”هن جي چاليهن سالن جي سياسي ڪيريئر جي دؤران هن جي ديانتداري تي ڪنهن به شڪ ۽ شبهي جي گنجائش ڪونهي. اهو ٿين دنيا جي ڪنهن اڳواڻ سو به عورت جو ذڪر جوڳو ريڪارڊ آهي.“

1986ع ۾ مسز بندرا نائيڪي جا شهري حق بحال ڪيا ويا. انهي دؤران سريلنڪا ٽن سالن تائين تامل ۽ سنها لين جي وچ ۾ گهرو ويڙهه جو شڪار رهيو. 1988ع ۾ صدارتي چونڊون ٿيون. مسز بندرا نائيڪي، صدر ”جي ورڌني“ کي دهشگردن جي خلاف قدم کڻڻ جي لاءِ چيو پر ڪجهه به ٿي نه سگهيو ۽ انهن (دهشتگردن) جي حملن جي ڪري هو ڊسمبر 1988ع جون چونڊون هارائي ويئي. اها ئي صورتحال 1989 جي چونڊن ۾ به رهي. مسز بندرا نائيڪي کي ڪولمبو مان پارٽي جي ريلي مان پڇڻون پيو سندس پارٽيءَ کي شڪست ملي، پر هوءَ پارليامينٽ ۾ چونڊجي وئي. انهيءَ وقت سندس عمر 76 سال هئي.

1994ع ۾ مسز بندرا نائيڪي ٽيون ڀيرو وزيراعظم ٿي ته سريلنڪا جو آئين تبديل ٿي چڪو هو. صدارتي نظام لاڳو ٿي چڪو هو. ٽيو ڀيرو سندس مقرري پنهنجي ڌيءَ چندريڪا ڪمارا ٽنگا جي هٿان ٿي، جيڪا سريلنڪا جي صدر چونڊجي وئي هئي. اهڙي طرح تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ماءُ ۽ڌيءَ هڪئي وقت حڪومت ڪرڻ لڳيون. جيتوڻيڪ چونڊون کٽڻ جي لاءِ ٻنهي ماءُ ۽ ڌيءَ جا مقصد هڪ جهڙا هئا، پر نظرياتي لحاظ کان ماءُ ۽ ڌيءَ هڪٻئي کان ڪوهين ڏور هيون. مسز بندرا نائيڪي پنهنجي اقتدار جي دؤر ۾ سوشلسٽ پروگرام لاڳو ڪيو. جنهن ۾ نيشنلائيزيشن، زرعي سڌارا ۽ ويلفيئر اسٽيٽ جو قيام شامل هو پر ستم ظريفي ڏسو ته سندس ڌيءَ صدر چندريڪا، جيڪا پاڻ به سوشلسٽ خيالن واري آهي، اقتدار ۾ اچي پنهنجي ماءُ جي پاليسين سان اختلاف ڪيو. مسز بندرا نائيڪي پنهنجي ملڪ مان گهڻ قومي ڪمپنين ڪاليڪس ۽ ٽيل آئل ڪمپنين کي تڙي ڪڍيو هو. اڄ چاليهن سالن کانپوءِ سندس ڌيءَ انهن کي واپس گهرائي کين ڀليڪار ڪري رهي آهي. ڪنهن زماني ۾ جڏهن ٽين دنيا اسرائيل جي جبري رويي تي، جنهن عربن جي زمين زوري قبائي ورتي هئي، احتجاج جي صدا بلند ڪري رهي هئي ته مسز بندرا نائيڪي اسرائيلين کي سريلنڪا مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو پر هتي به ڌيءَ، ماءُ جي پاليسين سان اختلاف ڪندي اسرائيلي رياست سان سفارتي لاڳاپا قائم ڪيا، جنهن جو مقصد تل ابيت کان ملٽري هارڊويئر حاصل ڪرڻ هو ته جيئن

تامل باغين جي حملن کي روڪي سگهجي ۽ انهن کي ماري ميجائي سگهجي.

مسز بندرا نائيڪي جي اقتدار جي ٽين دؤر جي ختم ٿيڻ ۾ اڃا ٻه مهينا باقي هئا، جو سندس ڌيءَ صدر چندريڪا ڪيس عهدو ڇڏڻ جي لاءِ چيو. هن بي دليءَ سان استعيفيٰ ته ڏيئي ڇڏي، پر پيپلز الائينس جي اڳواٽي پاڻ وٽ رکي ۽ پارليامينٽ جي ميمبري تان به دستبردار نه ٿي. وزيراعظم جو عهدو ڇڏڻ ڪانپوءِ "بندرا نائيڪي" سلطنت ورهائجي وئي. خاص ڪري ماءُ ۽ ڌيءَ جي وچ ۾ لاڳاپن ۾ ڇڪتاڻ اڃا به وڌي وئي.

مسز بندرا نائيڪي گهراڻي کي پاڪستان جي ڀٽو خاندان ۽ هندستان جي گانڌي خاندان سان، جيڪي نندي کنڊ جا شاهي گهراڻا سمجهيا ويندا آهن، سان ڀيٽو ويندو آهي. ڀٽو خاندان جيان بندرا نائيڪي خاندان به تڪرارن جو شڪار رهيو آهي. مسز ڪمارا ٽنگا جو ڀاءُ انورا نائيڪي 1993ع ۾ مخالف يونائيٽيڊ پارٽي ۾ هليو ويو. انهيءَ کان اڳ انورا 1977ع ۾ پارليامينٽ جو ميمبر ۽ 1984ع ۾ پارٽيءَ جي ساڄي ڌر جو اڳواڻ بنجي ويو هو. ڪيس اميد هئي ته هو پارٽي جو به اڳواڻ بنجي ويندو پر سندس اها خواهش پوري ٿي نه سگهي، ڇو ته سندس پيڻ، جنهن جو رجحان کاٻي ڌر طرف هو پنهنجي ماءُ جي ليڊرشپ جي لاءِ لاڏلي اميدوار هئي. ماءُ پاران جانبداريءَ کان دل برداشته ٿي انورا 1993ع ۾ مخالف يونائيٽيڊ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو.

انهن مڙني رقابتن ۽ مخالفتن جي باوجود به بندرا نائيڪي گهراڻي، قرابت داري جو مفهوم برقرار رکيو. جنهن اڄ جي سريلنڪا جي تخليق ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. مسز بندرا نائيڪي کي شگر جي بيماري هئي، جنهن جي ڪري سندس سماجي ۽ سياسي سرگرميون گهٽجي ويون هيون. انهيءَ جي هوندي به هن چونڊ مهم ۾ حصو ورتو. انهيءَ دؤران هوءَ پنهنجي ڌيءَ چندريڪا کان ڪاوڙيل به هئي ته هن ڪيس هيلري ڪلنٽن جي آجياڻي ۾ مدعو ڇو نه ڪيو. هوءَ ويل چيئر تي ويهي پنهنجو ووٽ وجهڻ ويئي هئي.

مسز بندرا نائيڪي جي وفات کان هڪ هفتو اڳ، جڏهن سندس پٽ انورا کان، جيڪو پڻ چونڊن ۾ اميدوار هو، هڪ صحافي پڇيو "ڇا تنهنجي ماءُ توکي ووٽ ڏيندي." ته انورا ڪوبه تبصرو ڪرڻ کان انڪار ڪيو. شايد هن پنهنجي ماءُ کي ڦڪو ڪرڻ نٿي چاهيو.

**مسز بندرا نائيڪي جي سوانح**

سري مائو تواتي بندرا نائيڪي، 17 اپريل 1916ع ۾ ڪينيڊي جي هڪ علائقي 'بالف گوڊا' جي هڪ سڪئي ستابي زميندار گهراڻي ۾ جنم ورتو. سندس ابا ڏاڏا سنهالي راجائن جي

دربار ۾ اهم عهدن تي مقرر هوندا هئا. سندس پيءُ ’بار سندر تواتي سيلون‘ جي سينٽ جو ميمبر هو.

پنهنجي ڇهن پيٽن ۾ پائرن مان فقط سري مائو اروهن ”ڪئٿولڪ ڪانوينٽ“ ۾ تعليم حاصل ڪئي. هوءَ سچي عمر ٻڌ ڌرم تي قائم رهي. 1940ع ۾ هن چوويهن سالن جي عمر ۾ ’سولومن بندرا نائيڪي‘ سان شادي ڪئي، جيڪو ان وقت صحت وارو وزير هو ۽ اڳتي هلي سيلون جو وزيراعظم ٿيو. انهيءَ شادي تي سندس مٽ مائٽ ڏاڍا حيران ٿيا، ڇو ته بندرا نائيڪي مالدار گهراڻي سان واسطو رکندو هو پر سري مائو جي گهراڻي جي لاءِ قابل قبول نه هو. شادي کانپوءِ جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن سماجي رڪاوٽون هٽنديون ويون ۽ خاندان وارن سري مائو جي مڙس کي قبول ڪري ورتو. سري مائو کي سياست سان صفا دلچسپي نه هئي، البته هوءَ سماجي ڪمن ۾ دلچسپيءَ سان حصو وٺندي هئي. هوءَ غريب ۽ پنتي پيل ڳوٺن جو دؤرو ڪري، اُتي جي عورتن جي زندگيءَ جو معيار بلند ڪرڻ جي لاءِ ڪوششون ڪندي هئي. تعليم حاصل ڪرڻ جي دؤران هوءَ عورتن جي هڪ اداري ”مهيلا سميتي“ سان لاڳاپيل رهي، جنهن جو الحاق ’آل سيلون ويمن ايسوسيئيشن‘ سان هو. ڪجهه مهينن کانپوءِ هوءَ انهيءَ جي صدر بنجي وئي. هن عورتن جي سياسي حقن، سندن تعليم ۽ خانداني منصوبابنديءَ جي پروگرامن ۾ گهڻو ڪم ڪيو.



# عيدي امين
# آفريقا جو ڏند ڪٿائي ڪردار

”ذوالفقار علي ڀٽو هڪ ذهين ۽ مدبر شخص آهي، جيڪڏهن هو يوگنڊا اچڻ چاهي ته آئون کيس يوگنڊا جو وزيراعظم بنائڻ جي لاءِ تيار آهيان. جيئن يوگنڊا جو عوام سندس ذهانت مان فائدو حاصل ڪري سگهي.“ اهي لفظ عيدي امين 1977ع ۾ جنرل ضياء الحق پاران ذوالفقار علي ڀٽي جي تختي اونڌي ڪرڻ کانپوءِ چيا هئا.

عيدي امين پنهنجي دلچسپ عادتن، ادائن ۽ اعلانن سبب، جيڪا بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي، اها شايد ئي ڪنهن ٻي ملڪ جي سربراهه کي نصيب ٿي هجي، پر، عيدي امين جو موت انتهائي گمناميءَ واري حالت ۾ ٿيو. هن 16 آگسٽ 2003ع تي سعودي عرب جي شهر جدي ۾ وفات ڪئي.

عيدي امين، جنهن کي ’دادا‘ جي نالي سان به سڏيو ۽ سڃاتو ويندو هو. ڀهرين جنوري 1925ع تي عيد جي ڏينهن، يوگنڊا جي اُتر اولهه ۾ هڪ مسلمان قبيلي ”ڪاڪوا“ ۾ جنم ورتو. سندس ڳوٺ نيل درياهه جي علائقي ۾ هو، پنهنجي ويڙهاڪ فطرت جي ڪري کيس فوج ۾ نوڪري ڪرڻ جو شوق هو. هن پنهنجي ڪئريئر جي شروعات 1948ع ۾، 23 سالن جي وهيءَ ۾ برطانيا جي ڪالونيل فوج جي سپاهيءَ طور مشهور ’ڪنگز آفريقن رائفلز‘ ۾ ڀرتي ٿيڻ سان ڪئي. هو يوگنڊا جي فوج جو پهريون ڪميشنڊ آفيسر ٿيو. ڀاڳ عيدي امين جو ساٿ ڏنو ۽ فوج ۾ تڪڙا تڪڙا پروموشن ماڻيائين. 1951ع کان 1960ع تائين سندس شهرت هڪ باڪسر جي هئي، عيدي امين يوگنڊا جو هيوي ويٽ باڪسنگ چيمپيئن به رهي چڪو آهي، ستر واري ڏاڪي ۾ هن جي حيثيت هڪ سيليبرٽي جي ٿي ويئي، هو ڪنهن به مهل ڪجهه به ڪري سگهڻ/گذرڻ جي شهرت جو مالڪ بنجي ويو. جهڙوڪ: هو يونيفارم ۾ ”سوئمنگ پول“ ۾ ٽپي پوندو هو. ڪنوارين جيان ڏولين ۾ سفر ڪندو هو هن جي ڏولي ڳورا انگريز نوڪر کڻندا هئا. هن بين الاقوامي ميڊيا سان ڳالهائيندي چيو ته ”انگريزن کي محسوس ٿيڻ کپي ته اسين آزاد آهيون، منهنجو هي عمل انتقام آهي، ڪڏهن يوگنڊا جا شهري انهن جي حڪمرانن جون ڏوليون کڻندا هئا ۽ هاڻ انگريز منهنجي ڏولي کڻن ٿا، منهنجي ان عمل سان يوگنڊا جي عوام کي تسڪين ملي ٿي.“

عيدي امين انهن ٻن يوگنڊائي فوجين مان هو جن 1961ع ۾ ”ڪئينز ڪميشن“ حاصل ڪئي، 1962ع ۾ جڏهن يوگنڊا، برطانيا کان آزادي حاصل ڪئي تہ ٽئن سالن کانپوءِ ’عيدي امين‘ يوگنڊائي فوج جو چيف آف اسٽاف مقرر ٿيو. عيدي امين کي ملڪي اقتدار تي قبضي ڪرڻ جو خبط تہ اڳ ۾ ئي هو. ويتر جو چيف آف اسٽاف مقرر ٿيو تہ هن پنهنجون سڀ اٽڪلون استعمال ڪندي 25 جنوري 1971ع تي، ان وقت اقتدار تي قبضو ڪري ورتو. جڏهن 1962ع ۾ يوگنڊا کي برطانوي بينڪيت کان آزادي ڏيارينڊڙ صدر ’ملٽن اوبوٽي‘ ”دولت مشترڪا“ ڪانفرنس ۾ شرڪت جي لاءِ سنگاپور ويل هو ۽ هو جڏهن اتان موٽيو تہ يوگنڊائي فوج ايئرپورٽ کي گهيري ۾ وٺي لاٿو ۽ ملڪي گاديءَ جو هنڌ ’ڪمپالا‘ مڪمل طور فوج جي قبضي ۾ هو.

اقتدار تي قبضي کانپوءِ ، ستن سالن تائين ملڪ جي هيوي ويٽ باڪسنگ جي چيمپين عيدي امين، ريڊيو تان قوم کي خطاب ڪندي چيو تہ ”ملٽن اوبوٽي جي حڪومت سخت مالي بدعنوانين جو شڪار بنجي ويئي هئي، هن حڪومت جي وزيرن وٽ نہ رڳو گاڏين جا، پر جهازن جا فليٽس (پيڙا) آهن، جڏهن تہ يوگنڊائي عوام بنيادي سهولتن کان بہ محروم آهي“.

عيدي امين جي تقرير کانپوءِ يوگنڊا جا شهري، عيدي امين جي حمايت ۾ نعرا هڻندا شهرن ۾ نڪري آيا، ۽ جنهن مهل يوگنڊا جا ماڻهو عيدي امين جي حڪومت جي زبردست آجيان ڪري رهيا هئا ۽ نچي رهيا هئا. ان وقت يوگنڊا جو سابق صدر ڊاڪٽر ملٽن اوبوٽي، نيروبي جي ايئر پورٽ تي لهي، ڪينيا جي نائب صدر ’ڊينيئل آراپ موئي‘ سان ڳالهيون ڪري رهيو هو.

پنهنجي اقتدار جي شروعاتي دور ۾ ”عيدي امين “ برطانيا جو حامي رهيو. پر پوءِ سندس برطانوي حڪومت سان سخت اختلاف ٿي پيا. 1972ع ۾ هن يوگنڊا ۾ رهندڙ ايشيائي رهاڪن کي ملڪ مان نيڪالي ڏيئي ڇڏي. سندس چوڻ هو تہ ”يوگنڊا ۾ رهندڙ ايشيائي ماڻهن، ملڪ جي معيشيت تي قبضو ڪري ورتو آهي“. هو رڳو ايشيائي ماڻهن کي نيڪالي ڏيڻ تائين محدود نہ رهيو پر هن برطانيا سان بہ واپاري ناتا گهٽائي ڇڏيا، هن پنهنجو پاڻ کي ”وڪٽوريا ڪراس“ ايوارڊ پڻ ڏنو. 1975ع جي اونهاري ۾ برطانيا ۽ يوگنڊا جا لاڳاپا ان وقت گهڻو خراب ٿي ويا، جڏهن برطانيا جي هڪ يونيورسٽيءَ جي ليڪچرار ’ڊينس هلز‘ کي يوگنڊا جي هڪ عدالت بغاوت جي الزام ۾ موت جي سزا ٻڌائي، جيڪا پوءِ برطانيا جي پرڏيهي وزير جيمز ڪاليهان (جيڪو پوءِ برطانيا جو وزيراعظم بہ ٿيو) جي عيدي امين سان ملاقات کانپوءِ تبديل ٿي. عيدي امين جو اٺن سالن جو دور بحرانن جو دور رهيو. جون 1976ع ۾ فلسطيني فدائين اسرائيل جو هڪ جهاز اغوا ڪري يوگنڊا جي ’انٽيبي ايئرپورٽ‘ تي لاٿو. اغوا ڪندڙن سان ڳالهين جون ذميداريون عيدي امين سنڀاليون، اجا اهي ڳالهيون جاري هيو تہ

اسرائيلي فورسز حملو ڪري يرغمالين ۽ جهاز جي عملي کي ڇڏائي ورتو. ان حملي کان هڪ ڏينهن پوءِ 75 سالن جي هڪ يرغمالي عورت ’ڊورا بلوش‘ جيڪا اسرائيل ۽ برطانيا جي گڏيل شهرت رکندڙ هئي، گم ٿي ويئي، جنهن جو الزام يوگنڊا جي فورسز تي لڳو ته اهي ان عورت کي گهلي ڪٽي ويا ۽ قتل ڪري ڇڏيائونس. ان ڇڪتاڻ ايترو ته خطرناڪ موڙ اختيار ڪيو جو برطانيا، يوگنڊا سان سفارتي لاڳاپا ختم ڪري ڇڏيا.

اولهه جي ميڊيا جي نظر ۾ ستر ۾ اسي وارو ڏهاڪو انساني حقن جي لتاڙ جي حوالي سان پريو پيو آهي. انهيءَ اولهائين ميڊيا چواڻي عيدي امين پنهنجي اٺن سالن جي حڪومتي دور ۾ ٽن لکن کان به وڌيڪ ماڻهن کي مارائي ڇڏيو. عيدي امين جي لاءِ اهو مشهور هو ته هو ڪنهن به سياسي مخالف کي برداشت نه ڪندو هو ۽ هو انهن کي مارائي، ”وڪٽوريا“ ڍنڍ ۾ اڇلارائي انهن جو جسم واڳن کان کارائيندو هو ڪن مخالفن کي وري قتل ڪرائي نيل درياهه ۾ لوڙائي ڇڏيائين. عيدي امين جي لاءِ اهو به مشهور هو ته هن پنهنجن ڪيترن ئي مخالفن جا سر ڪپائي فرج يا ”ڪولڊ اسٽوريج“ ۾ محفوظ ڪري ڇڏيا هئا، ۽ هو انهن جي وڍيل سرن کي ڏسي تسڪين حاصل ڪندو هو نه رڳو سياستدان، پر ڪيترا فوجي آفيسر به سندس عتاب جو نشانو بڻيا، ڪن ته ڀڄي وڃي پاڙيسري ملڪ تنزانيا ۾ پناهه ورتي، جتان انهن تنزانيا جي فوج جي مدد سان هڪ ڀرپور حملو ڪيو ۽ 11 اپريل 1979ع تي اقتدار تي قبضو ڪري ”عيدي امين“ کي ملڪ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. اقتدار تي مخالفن جي قبضي کان اڳ هن پنهنجي زالن ۽ ٻارن کي پرڏيهه اماڻي ڇڏيو هو. اولهه جي ميڊيا عيدي امين کي ’آفريقا جو ڪاسائي‘ لکندي هئي.

عيدي امين يوگنڊا مان ڀڄي سعودي عرب ۾ سياسي پناهه ورتي، سعودي عرب ۾ پناهه وٺڻ کان اڳ هن ڪجهه سال ليبيا ۽ عراق ۾ به گذاريا. انهيءَ کانپوءِ هو مستقل طور تي سعودي عرب ۾ اچي رهيو. جتي هو الحمرا جي پوش علائقي جي هڪ ’ولا‘ ۾ رهندو هو. سعودي عرب جي سياسي پناهه واري قانون تحت عيدي امين کي هر مهيني خرچ پکي واسطي جيترا پئسا ڏنا ويندا هئا، اهي ڪڏهن به ظاهر نه ڪيا ويا، پر سندس ٻار سعودي عرب ۾ ننڍا وڏا ڪم ڪاريون ڪندا رهندا هئا. عيدي امين جون پنج زالون هيون جن مان ڪيس 33 ٻار هئا، اقتدار جي دوران سندس اها خواهش هئي ته هو ايترا ٻار ڄڻي، جو پنهنجي پويان پنهنجي نالي سان سڄو قبيلو ڇڏي وڃي.

عيدي امين، عجيب و غريب ڳالهين جي ڪري سدائين ميڊيا جي ڌيان جو مرڪز رهندو هو. 1974ع ۾ هن گڏيل قومن کي صلاح ڏني هئي ته ”گڏيل قومن“ کي سندس ملڪ جي گاديءَ واري هنڌ ’ڪمپالا‘ منتقل ڪيو وڃي، جيڪو نه رڳو سڄي ڌرتيءَ جو مرڪز آهي، پر انهيءَ سان گڏ هڪ

اڻ ڏريو ملڪ بہ آهي. هڪ پيري هن تنزانيا جي صدر ’جوليس نائريري‘ جي وارن جي واڪاڻ ڪندي چيو تہ ”جيڪڏهن هو عورت هجي ها تہ ڪر هو ساڻس شادي ڪري ها.“

سعودي عرب ۾ رهڻ جي دوران هو گمناميءَ ۾ رهيو. سعودي پريس تہ ڪڏهن بہ سندس ڪو انٽرويو نہ ڪيو. البت سندس وفات کان ڪجهہ سال اڳ يوگنڊا جي ”سنڊي ويزن“ سندس هڪ انٽرويو ڇپيو جنهن ۾ هن چيو تہ ”آئون پنهنجي مذهب اسلام جي ٻڌايل اصولن موجب زندگي گذاري رهيو آهيان“. هن انهيءَ انٽرويوءَ ۾ چيو هو تہ ”مونکي ڪنهن بہ ڳالهہ جو افسوس ڪونهي، مونکي فخر آهي تہ آئون ٻين آفريقي حڪمرانن وانگر ملڪ جا پئسا ڪٽي نہ ڀڳو آهيان. آئون اجا بہ يوگنڊا ۾ رهندڙ يتيم ٻارن جي تعليم لاءِ ڪين فنڊز موڪليندو رهندو آهيان“. هن پنهنجي مشغولين جي باري ۾ پنهنجي ملڪ جي ميڊيا کي ٻڌايو تہ ”آئون قرآن پاڪ جي تلاوت کان علاوه پنهنجي گهر جي سامهون ڳاڙهي سمنڊ ۾ وهنجندو آهيان. مڇيءَ جو شڪار ڪندو آهيان. ۽ ٿورو گهڻو پڙهڻ سان گڏ، ٽيليويزن جا پروگرام ڏسندو رهندو آهيان.“

اهو عيدي امين، جيڪو ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران ”ڪنگ آفريقن رائفلز“ ۾ سپاهيءَ جي حيثيت سان ’باجو‘ وڄائيندو هو ۽ گيت ڳائيندو هو. تنهن جي وفات تي يوگنڊا جي ان وقت جي صدر ڳاڊفريشي تبصرو ڪندي چيو هو. ”آئون هن جي وفات تي لڙڪ تہ ڳاڙهي نٿو سگهان، البت مونکي سندس گهراڻي سان همدردي آهي، مون سندس بيواهہ کي تعزيتي پيغام موڪليو آهي.“ پر هن عيدي امين جي مڙهہ کي يوگنڊا ۾ دفنائڻ جي اجازت نہ ڏني.

اهو عيدي امين، جنهن پنهنجي حڪومتي عرصي جي دوران گهڻي مشهور زندگي گذاري، سو آخري ڏينهن ۾ گهڻو گمنام رهيو. هن پنهنجي سياسي ساٿين ۽ هم منصبن انور السادات ۽ حافظ الاسد کي هن جهان مان موڪلائيندي ڏٺو. هن جي اکين جيڪي عالمي تبديليون ڏٺيون تن منظرن عيدي امين جي انهن زخمن تي مرهم رکڻ جو ڪم ڪيو هوندو. جيڪي ملڪ مان فرار ٿيندي، پنهنجو پاڻ کي سگهاري حڪمران طور پيش ڪندڙ عيدي امين جي دل کي رسيا هوندا. تنهن ڪانسواءِ هن ايشيا ۽ آفريقا جي ٻين ڪيترن ئي نالي وارن سياستدانن ۽ حڪمرانن کي شهرت جي آسمان تان گمناميءَ جي اونداهي غفائن ۾ گم ٿيندي ڏٺو هوندو ۽ جڏهن هن جي اکين ”سوويت يونين“ جهڙي سپرپاور ملڪ کي واريءَ جي محل جيان ڀُرندي ڏٺو هوندو تہ سندس سڄي تلخي ختم ٿي چڪي هوندي.

**عيدي امين پاڪستان ۾:**

عيدي امين 1974ع ۾ لاهور ۾ ٿيل اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ شرڪت جي لاءِ 26 ڄڻن جي وفد سان گڏ پاڪستان آيو هو سندس ان ڪانفرنس ۾ شرڪت ۽ آمد جو دلچسپ داستان پي پي پي جي اڳواڻ ۽ ان وقت پنجاب جي صوبائي وزير 'رانا شوڪت محمود' پنهنجي ڪتاب 'انقلاب اور رد انقلاب ڪي ڪهاني' ۾ ڏاڍي دلچسپ نموني لکيو آهي. هو لکي ٿو "يوگنڊا جي صدر عيدي امين سان اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ منهنجي ملاقات دلچسپيءَ کان خالي نه هئي. جنهن نه رڳو پنهنجي مخصوص عادتن سبب سيني کي پريشان. پر محظوظ به ڪيو. ڪانفرسن ۾ مندوبين سان گڏ ايندڙن جي فهرست باقاعده مرتب ۽ اڳ ۾ ئي ڪنفرم ٿي چڪي هئي ۽ اهو به طئي ٿيل هو ته ڪهڙي ملڪي سربراهه سان سندس زال به گڏ اچي رهي آهي. جيئن نه رڳو سندن رهائش وغيره جو بندوبست ڪري سگهجي. پر بيگم نصرت ڀٽو به مهمان عورت کي پليڪار چئي سگهي. پر عيدي امين ثابت ڪيو ته هو هر ڪنفرميشن ۽ ضابطي کان مٿانهون آهي. مونکي چڱي طرح ياد آهي ته عيدي امين پنهنجي C-130 جهاز ۾ پاڪستان آيو سندس جهاز جو رنگ خاڪي ۽ مٿس تمام گهٽي مٽي ۽ دز ڄميل هئي. عيدي امين جي پاڪستان پهچڻ تي ليندنگ جي اطلاع تي ذوالفقار علي ڀُٽي صاحب سان گڏ آئون به ساٽس گڏ کيس پليڪار ڪرڻ جي لاءِ اُت پهتس. جهاز کي جيڪا سيڙهي لڳي سا عام مسافر جهازن جي پيٽ ۾ ڪافي ننڍي هئي. 130 جهاز جو دروازو به ڪافي ننڍو هوندو آهي. ڇو ته ان کي هڪ ڪارگو جهاز جي حيثيت حاصل آهي ۽ ان ئي مقصد جي لاءِ جوڙيو ويو آهي. بهرحال سيڙهي لڳي. ته هڪ انتهائي ڊگهو ۽ ٻُت ۾ پريل همراه تڪڙ ۾ ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ۾ دروازي ۾ ڦاسي پيو ۽ ڏاڍي ڏکيائيءَ سان پاڻ کي ڇڪي ٻاهر نڪتو ته اسانجي سامهون گهٽ ۾ گهٽ ڇهن فوٽن ۽ اٺن انچن جي قدآور شيدي شخصيت موجود هئي. عيدي امين جي ٻاهر نڪرندي ئي سندس پويان عورتن جي هڪ قطار نڪرڻ لڳي ڀٽو صاحب ۽ اسين پريشان ٿي وياسين ته الاهي هيءَ ڪهڙي ماجرا. آهي. ڇو ته عيدي امين سان ڪنهن به عورت جي آمد جي ڪنفرميشن جي ته پري جي ڳالهه ڪنهن جو ذڪر به نه هو اُن ڪري بيگم صاحبه نصرت ڀٽو به ا'ت موجود نه هئي. کيس فوري طور تي شيدي عورتن ۽ ڇئن ٻارن جي اوچتي آمد کان واقف ڪيو ويو ته هوءَ به تڪڙي تڪڙي وي آءَ پي روم مان هلندي اچي پهتي. اٿين عيدي امين جو پنهنجي زالن سان گڏ استقبال جو مرحلو خير ۽ خوبيءَ سان پورو ٿيو. سندس زالن جو انگ هڪ ڊزن جي لڳ ڀڳ هو جيڪي پنهنجي قد ڪاٺ ۾ عيدي امين جي سامهون ته صفا ڄامڙيون پي لڳيون. هو جڏهن عيدي امين جي پويان پنهنجن ڇئن ٻارن سان گڏ ايئرپورٽ جي وي آءِ پي لائونج طرف وڃي رهيو هيون ته اٿين لڳو ته ڪنهن ڪاري ۽ ڳاڙهي ٿوٽر واري

نر ڪڪڙ جي پويان ڪڪڙيون هوريان هوريان هلي رهيو هجن.

بي هنڌ رانا شوڪت محمود لکي ٿو ته "پنهنجن طور طريقن ۽ منفرد شخصيت جي ڪري عيدي امين ڪانفرنس جي تقريبن ۾ بحث جو موضوع بڻجڻ ڪانسواءِ تقريب ۾ شريڪ ماڻهن جو ڌيان به پاڻ ڏانهن ڇڪرائي وٺندو هو. هو بي باڪ ۽ بي ڌڙڪ انسان هو. سندس دل ۾ جيڪا ڳالهه ايندي هئي اها چئي ۽ ڪري ڏيکاريندو هو. انگريزي ڏاڍي سٺي ۽ رواني ۽ سان ڳالهائيندو هو. سندس ڳالهائڻ جي بي ساختگي ۽ انداز محفل کي زعفران بنائي ڇڏيندو هو. آئون پنجاب آرٽس ڪائونسل جو ڊئريڪٽر هئس ۽ بيگم نصرت ڀٽو جي هدايتن تي ثقافتي پروگرام منهنجي حوالي هو. پروگرام ۾ پاڪستان جي مختلف علائقن جا رقص لڏي، 'ڀنگڙا'، خٽڪ ناچ، قومي ترانا ۽ گيت شامل هئا.

عيدي امين شاهي قلعي ۾ ثقافتي شو جي دوران منهنجي لاءِ ان وقت دلچسپ انداز ۾ ڏکيائي پيدا ڪئي، جڏهن هو اوچتو پنهنجي جاءِ تان اُٿيو ۽ سوال پڇيائين ته "شو جو انچارج ڪير آهي؟" مون وڏي وجي ٻڌايو مانس ته اها ذميواري هن خاڪسار جي ڪلهن تي آهي، جنهن تي هن چيو ته سندس ملڪ جو وفد شو جي دوران يوگنڊا جو خوبصورت روايتي رقص پيش ڪندو. ان صورتحال مونکي پريشان ڪري ڇڏيو. چو ته اهڙي ڪابه ڳالهه پروگرام جو حصو نه هئي، مون ٿورو پر يرو وينل ڀُٽي صاحب ۽ بيگم نصرت ڏانهن ڏٺو منهنجي ٻُڌتر ۽ تڪليف کي عيدي امين هڪدم سمجهي ويو ۽ مرڪندي چيائين. Don't wory, D o not wory . ان دوران منهنجون ۽ ڀٽي صاحب جون نظرون مليون، جيڪو اسان ڏانهن متوجه هو. هن ڪنڌ ڌوڻي اشارو ڪيو جنهن جو مطلب اهو هو ته معزز مهمان جي خواهش جو احترام ڪيو وڃي. مون مرڪندي عيدي امين کي چيو Sir you are welecome. منهنجي ان جواب تي عيدي امين صفا ٽڙي پيو. هن دوستاڻي انداز ۾ منهنجي ڪلهي کي ٿڦڪي ڏني ته آئون پيرن تائين لڏي ويس ۽ هو اسٽيج جي پويان ڊريسنگ روم ۾ گهڙي ويو. پنجن منٽن ڪانپوءِ عيدي امين جون سپ زالون اسٽيج تي موجود هيون ۽ تقريب ۾ شريڪ ماڻهو يوگنڊا جي روايتي رقص کان محفوظ ٿي رهيا هئا. عيدي امين جي انهن زالن نهايت منظم انداز ۾ خوبصورت رقص پيش ڪري، زبردست داد وصول ڪيو.



# پول پاٽ
# ڪمبوڊيا جو ڪاسائي

ستر واري ڏاڪي ۾ ويٽنام جي ڪمبوڊيا تي حملي ۽ اُتان جي حڪمران پول پاٽ جي حڪومت جي خاتمي ۽ پوءِ شروع ٿيل گهرو ويڙهه ۽ پول پاٽ جي ظلمن جي داستان سان اخبارون ڀريون پيون هونديون هيون.

ڪمبوڊيا جي بدنام ۽ انتهائي سفاڪ ڳاڙهي ڪمير Khmer Rouge حڪومت، جيڪا 1975ع کان 1979ع تائين قائم رهي، جزوي طور تي واقعن جي اُن سلسلي جو نتيجو هئي، جيڪي ڏکڻ اوڀر ايشيا يا هند چيني خطي ۾ بينڪي طاقتن جي قبضي ختم ٿيڻ کانپوءِ آمريڪا جي وحشياڻي مداخلت سان شروع ٿيا. ويٽنام جي خلاف آمريڪا جي جنگ جي دوران علائقي جي ٻين ملڪن ۾ جاري ڪميونسٽ تحريڪن کي بہ چيڀاٽڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. 1970ع ۾ ڪمبوڊيا ۾ جنرل ’لون نون‘ جي اڳواڻيءَ ۾ آمريڪا نواز آمريت قائم ڪئي ويئي ۽ ’شهزادي نورو ڊوم سهانوڪ‘ جي اقتدار جو خاتمو ٿيو جنهن کي فرانسيسي بادشاهہ ’مونيو انگ‘ جي چالاڪي کانپوءِ 1941ع ۾ تخت تي ويهاريو هو. ڪميونسٽ پارٽي آف ڪمپوچيا، سهانوڪ جي حامين سان گڏجي ”متحده محاذ“ نالي ”لون نول“ جي حڪومت جي خلاف گهرو ويڙهہ شروع ڪئي، هن ۾ ويٽنامي ڪميونسٽن بہ حصو ورتو 1972ع ۾ ”پئرس ڳالهين“ جي نتيجي ۾ آمريڪا ۽ ويٽنام ۾ جنگ بندي ٿي، جنگ ۾ طئي ٿيل شرطن موجب ويٽنامي فوجون ڪمبوڊيا مان نڪري ويون، آمريڪا ڪمبوڊيا تي سخت بمباري ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ وقتي طور تي ’لون نون‘ جي حڪومت جي خلاف پيشقدمي رڪجي ويئي، پر 1975ع ۾ ’لون نون‘ جي حڪومت شڪست کاڌي ۽ 17 اپريل تي ملڪ جي وڏن شهرن تي ’متحده محاذ‘ جي گوريلا فوج قبضو ڪيو ڀراڙيون تہ اڳ ۾ ئي سندن قبضي ۾ هيون.

اهو قبضو اُن ظالماڻي ۽ وحشي دور جي شروعات هئي، جنهن کي هڪ فرانسيسي صحافيءَ ”خود نسل ڪشي“ (Auto genocide) جو نالو ڏنو قبضي جي هڪ هفتي اندر ڪرنسي، بئنڪن، مالياتي نظام، بازارن، ٽپال ڪاتي جي نظام، اخبارن ۽ نجي ملڪيت جو خاتمو ڪيو ويو. سيني اسڪولن، يونيورسٽين ۽ ٻڌ عبادت گاهن کي بند ڪيو ويو شخصي آزاديءَ کي ايترو تہ گهٽيو ويو جو هر ماڻهو انقلابي تنظيم جو سونپيل ڪم سرانجام ڏيڻ جو پابند ٿي ويو خلاف ورزي ڪرڻ تي سخت

سزائون ڏنيون ويندڙيون هيون. سڄي ملڪ جي آباديءَ کي ڪارا جبا پائڻ تي مجبور ڪيو ويو. اهڙي طرح ملڪ ۾ فوري طور تي ڪميونزم جي نفاذ جو عمل شروع ٿي ويو. در حقيقت هو چين جي ثقافتي انقلاب کان تمام گهڻو متاثر هو. پر هن جيڪو ثقافتي انقلاب ڪمبوڊيا ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، اها انتها پسندي هئي، معيشت تباهه ٿي ويئي، هزارين ماڻهو بُکن وگهي مري ويا، جنهن به هن جي ناهيل نظام جي خلاف آواز اُٿاريو سو قتل ڪيو ويو. 'يونيورسٽي آف لنڊن' ۾ ڪمبوڊيا جي تاريخ تي ڪم ڪندڙ هڪ پروفيسر 'اسٽيفن هيڊز' چواڻي ته "اهي قتل براءِ قتل نه هئا. پر اها سوشل پروگرام ۾ فٽ نه ٿيندڙ ماڻهن مان ڇوٽڪاري جي شعوري ڪوشش هئي. هن لاءِ ڪو به اخلاقي اصول نه هو. هو هر مخالف کي هڪئي طريقي سان ختم ڪرڻ ڄاڻندا هئا، يعني قتل. جيئري ڄاڳندي زندگيءَ جو قتل، سندن نقطه نظر موجب طبقاتي جنگ ماڻهن جو رت وهائڻ ۽ کوپڙين جا مينار اڏڻ کانسواءِ وڙهي نٿي سگهجي".

جنوري 1976ع ۾ 'متحده محاذ' ختم ڪري ملڪ کي 'ڊيموڪريٽڪ ڪمپوچيا' جو نئون نالو ڏنو ويو ۽ نئين آئين موجب 'چونڊون' ڪرايون ويون. انهن چونڊن ۾ شهرن مان لڏيل آباديءَ کي راءِ ڏيڻ جو حق نه هو. انهن چونڊن جي نتيجي طور اعلان ڪيو ويو ته "پول پاٽ" نالي ربڙ جي ڪيت جو مزدور انقلابي حڪومت جو سربراهه چونڊيو ويو آهي، اهو راز ته سيپٽمبر 1977ع ۾ 'پول پاٽ' جي چين جي دوري جي موقعي تي کُليو ته اهو هڪ اڳوڻو اسڪول ماستر 'سالوٿ سار' آهي، جيڪو 1963ع کان زير زمين 'ڪميونسٽ پارٽي آف ڪمپوچيا' جي سينٽرل ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل رهيو هو.

در حقيقت، 17 اپريل 1975ع تي نام ڦنهه (Phnono penh) تي کيمراؤج جي قبضي کان هڪدم پوءِ بدترين دهشت گرديءَ جي شروعات ٿي. ننڍي وهيءَ جي سخت ڇهري وارن گوريلن اسپتالن تي قبضا ڪري سيني ڪمزور مريضن کي مرڻ جي لاءِ رستن تي اُڇلائي ڇڏيو. ٻئي ڏينهن سڄي شهر جي آباديءَ کي ڍورن وانگر هڪلي، سارين جي ٻنين ۾ پهچايو ويو ته جيئن هو ڪمبوڊيا جي اڏاوت ڪري سگهن. جڏهن مخالفن کي ختم ڪرڻ جي مهم شروع ٿي، ته سڀ کان پهرين اُستادن، سرڪاري ملازمن، اڳوڻي حڪومت جي عملدارن، فوجي آفيسرن، انهن جي زالن ۽ ٻارن کي نشانو بنايو ويو. هڪ اکين ڏٺي شاهد ۽ ڪمبوڊيا تي هڪ لکيل ڪتاب جي ليکڪ 'شڪراس' موجب، "تازن ڄاول ٻارن کي چيريو ڦاڙيو ويو. عورتن جا حمل ڪيرايا ويا، عورتن ۽ مردن کي ڳچيءَ تائين ڪڏا کوٽي دفن ڪيو ويو ۽ کين انتهائي اذيت ناڪ موت مرڻ جي لاءِ ڇڏيو ويو. ڪميونل ڊائننگ هال ۽ بيرڪسٽ جي نظام کي ڪامياب بنائڻ جي لاءِ خانداني زندگي گذارڻ

تي پابندي وڌي ويئي، ننڍن ٻارن کي مائٽن کان ڌار ڪري ”ورڪ بٽالين“ جو حصو بڻايو ويو ۽ کين ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو. جيڪي ٻار گهر ياد اچڻ تي ’ورڪ بٽالين‘ مان ڀڄي ويندا هئا، تن کي قتل ڪيو ويندو هو. ڪيمراؤج سان واسطو رکندڙ 6000 مردن، عورتن ۽ ٻارن کي جانچ جي بهاني اذيت گهرن ۾ تڪليفون ڏيئي ماريو ويو. جڏهن هٿيارن جي کوٽ ٿي تاڻهن کي هٿوڙا هڻي، اجتماعي قبرن ۾ اڇلائي دفن ڪيو ويندو هو. انهن جون کوپڙيون ۽ ڍانچا هزارن جي تعداد ۾ ملڪ جي عجائب گهرن ۽ يادگارن ۾ رکيا ويا، ته جيئن ماڻهو عبرت حاصل ڪري سگهن. پول پاٽ جي انهن وحشياڻين حرڪتن جو نتيجو اهو نڪتو جو سڄي ملڪ ۾ باغيا نه جذبا عام ٿي ويا، ۽ جڏهن ويٽنام ڪمبوڊيا تي حملو ڪيو ته ماڻهن ڌارين حملي آورن جو مقابلو ڪرڻ جي بدران، سندن آجيان ڪئي، انهيءَ جنگ جو نتيجو اهو نڪتو جو ’پول پاٽ‘ شڪست کائي ڀهاڙن ڏانهن ڀڄي ويو.

’ڊٿ پران‘ نالي ليکڪ، ’پول پاٽ‘ جي ڪميونسٽ اقتدار جي زماني ۾ ٿيندڙ ظلمن جا داستان پنهنجي ڪتاب ۾ گڏ ڪيا آهن، جنهن جو نالو ”قاتل ميدانن جا ٻارڙا“ آهي. اهو ڪتاب انهن ٻارڙن جي يادگيرين تي ٻڌل آهي، جيڪي پول پاٽ جي ظلم ۽ ڏاڍ جو شڪار ٿيا، پر ڪنهن طرح بچي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، انهن مان هڪ ٻارڙو ’ٿيدانٽ هم‘ لکي ٿو ته ”جڏهن هو اسان ٻارن کي جلهي وٺي ايندا هئا ته اسان کي ڏک يا غم ڪرڻ جي موڪل نه هوندي هئي. ڪنهن به اهڙي شخص کي قتل ڪيو ويندو هو جيڪو پنهنجي ڪهاڙي يا اوزار وڃائي ڇڏيندو هو. اهڙي ڪنهن به عورت کي جيئري رهڻ جو حق نه هو جيڪا ڪم ڪندي ٿڪي پوندي هئي، هڪ انساني زندگيءَ جي خدمت هڪ گوليءَ کان وڌيڪ نه هئي. هو اسانجي ڳچين تي ڏنڊا وسائي، اسانکي زمين ۾ کوٽيل ڪنهن وڏي کاهيءَ ۾ مرڻ جي لاءِ اُڇلي ڇڏيندا هئا، جنهن ۾ اڳ ۾ ئي لاش پيا هوندا هئا، مون خودڪشي ڪرڻ ٿي چاهي، پرڪري نه سگهيس، جيڪڏهن آئون اهڙي ڪوشش ڪريان ها ته مونکي دشمن قرار ڏنو وڃي ها، منهنجي خودڪشيءَ جي نتيجي ۾ منهنجو سڄو گهراڻو دشمن گهراڻون تصور ڪيو وڃي ها، منهنجو سڀ کان وڏو ڊپ موت نه، پر موت کان اڳ مون تي ٿيندڙ اها اذيت هئي، جنهن کان موت به پناهه گهري ها.“

جڏهن سڄي آبادي بکن، بيمارين ۽ نا اميدين ۾ ورتل هئي ته ڪيمراؤج هڪ نئون مٿيون طبقو پيدا ڪري رهي هئي، جيڪو سون مين، زيورن، خوشبوئن ، گهڙين، مغربي دوائن، ڪارن، موٽر سائيڪلن، ريشمي ڪپڙن ۽ ٻين عيش عشرت جي ٻاهرين شين جو شوقين هو.

ڪمبوڊيا ۾ پول پاٽ جو ”سماجي پروگرام“ جاري هو جو ڪيمراؤج پنهنجو ڌيان ويٽنام ڏانهن ڌريو جيڪو صدين کان ڪمبوڊيا جو پهريون نمبر دشمن هو. پول پاٽ جي قيادت ۾ ڪمير فوج

1977ع کان 1978ع تائين لڳاتار ويٽنام تي حملا ڪيا، پول پاٽ چواڻي، ”ڪمبوڊيائي سپاهي ايترا تہ طاقتور ۽ بهادر هئا، جو هڪ ڪمبوڊيائي ڏهن ويٽنامين کي قتل ڪري ٿي سگهيو.“

ويٽنام جي خلاف ”پول پاٽ“ جي فوجي مهم جوئي جو نتيجو هي نڪتو جو ڪمبوڊيا اقتصادي لحاظ کان تباهہ ٿي ويو پول پاٽ پاڻ بہ پنهنجي ساٿين تي ڀروسو نہ ڪندو هو ۽ هن اقتدار تي پنهنجي گرفت مضبوط رکڻ جي هزارين ڪمير فوجين کي بہ ”ٽول سلينگ“ جي اذيت گهر ۾ سازشي ۽ باغي قرار ڏيئي مارائي ڇڏيو.

پر پول پاٽ جڏهن بہ پرڏيهي صحافين ۽ اخبار وارن سان ملندو هو تہ پاڻ کي انتهائي معصوم ظاهر ڪندو هو. آڪٽومبر 1997ع ۾ هڪ آمريڪي صحافي ’نيٽ ٿيئر‘، پول پاٽ کان ڪنهن ڳجهي هنڌ تي انٽرويو ورتو تہ پول پاٽ کيس چيو، ”آئون ماڻهن کي قتل ڪرڻ نہ پر انهن جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو آهيان، اوهين منهنجو چهرو ڏسي سگهو ٿا، ڇا اهو ڪنهن وحشيءَ جو چهرو آهي؟ منهنجو ضمير بلڪل مطمئن آهي“.

نيوز ويڪ پول پاٽ جي باري ۾ لکيو تہ ڪن مغربي اخباري خابروئن جو چوڻ آهي تہ ’هو هڪ نرم مزاج ۽ لڄارو شخص آهي‘.

پول پاٽ، 1925ع ۾ ڪمبوڊيا جي صوبي ”ڪمپانگ ٿام“ جي هڪ ڳوٺ ”پريڪ سايو“ ۾ هڪ مالدار زميندار گهراڻي ۾ جنم ورتو ۽ سندس نالو ”سالوٿ سار“ رکيو ويو. ڪميونسٽ پارٽيءَ سان وابستگي کانپوءِ هو پول پاٽ جي نالي سان سڃاڻجڻ لڳو ۽ اڳتي هلي ڪمبوڊياجي ماڻهن لاءِ اهو نالو هڪ دور جي، هڪ تنظيم جي ۽ دهشت جي هڪ شڪل جي علامت بنجي ويو. هن شروعاتي تعليم هڪ ٻڌ عبادت گاهہ ۾ فرانسيسين جي قائم ڪيل هڪ اسڪول ۾ ورتي، 1949ع ۾ هو فرانسيسن جي تعليمي اسڪالرشپ وٺي پئرس هليو ويو: فرانس ۾ سندس واسطو ڪابي ڏر جي تحريڪ سان ٿيو. جتي هن ڪمبوڊيا جي مختلف شاگردن سان گڏ ڪابي ڏر جو هڪ گروپ ٺاهيو. اهي سڀ 1975ع ۾ کيمراوُج حڪومت ۾ وزير ۽ صلاحڪار ٿيا. پول پاٽ 1953ع ۾ ڪمبوڊيا واپس وريو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو زير زمين ڪارڪن بنجي ويو هن ’نام ڦنهہ‘ ۾ هڪ خانگي اسڪول ۾ ماستري بہ ورتي.

سندس فرانسيسي ڪلاس فيلو کيس ڏيمي لهجي ۾ ڳالهائيندڙ هڪ اهڙو شخص سمجهندا هئا، جيڪو فرانسيسي شاعري ۾ گم رهندو هو سندس پسند جو شاعر ’ورلين‘ هو. ’پول پاٽ‘ ڏيمي لهجي ۾ ڳالهائڻ جي باوجود بهترين مقرر هو. کيس ميڙ ۾ همدرديون جيتڻ جو هنر ايندو هو. 1979ع ۾ جڏهن ويٽنام ڪمبوڊيا تي حملو ڪيو ۽ پول پاٽ کان اقتدار کسجي ويو تہ هن رنگ بدلايو ۽ عوام ۾

هليو ويو. هن ڪمبوڊيائي عوام کي ويٽنام جي خلاف اُڀاري هڪ ڊگهي ڇاپہ مار جنگ جي شروعات ڪئي، پول پاٽ جي سڄي شخصيت تضادن جي مجموعو هئي، هن هاري انقلابين کي منظم ڪيو پر انهن انقلابين کي ڪوبہ انتظامي تجربو نہ هو. ٻي پاسي ڪمبوڊيا پنهنجن ٻن دشمنن ٿائي لينڊ ۽ ويٽنام ۾ گهيريل هو. انهن حالتن پول پاٽ کي انتها پسند بنائي ڇڏيو جنهن ۾ توازن ۽ اعتدال جي کوٽ هئي. هن جي طبعيت ۾ مذاڪرات، ڳالهيون ٻولهيون ۽ پاڻ ۾ صلاح مشوري جي گُڻن جي ڪمي هئي، هو ڪمبوڊيا جي ان چوٽي تي يقين رکندو هو تہ، ”جي اوهين سگهارا آهيو تہ ٻين جي لاءِ دهشت جي نشاني بنجي وڃو پر جي ڪمزور آهيو تہ مسڪين ۽ ميسڻا بنجي وڃو“.

پول پاٽ جي ’ڳاڙهي ڪمير‘ جي دور حڪومت ۾ هڪ اندازي موجب ڏهن لکن کان بہ وڌيڪ ماڻهن کي ماريو ويو. هر ڳجهي ۽ پُر تشدد تنظيم جيان ڪمبوڊيا جي انقلابي تنظيم بہ اڪثر ماڻهن کي شڪ جي نظر سان ڏسندي هئي. ’نام ڦنهہ‘ جي هڪ اڳوڻي اسڪول جي عمارت، جنهن کي S-21 جو نالو ڏنو ويو هو حڪومت جي مخالفن تي تشدد جي لاءِ وقف هئي، ان عمارت ۾ ويهن هزارن کان بہ وڌيڪ ماڻهن کي بدترين تشدد جي ذريعي ماريو ويو . 1979ع ۾ ويٽنامي فوج جي هٿان ’ڳاڙهي ڪمير‘ جي حڪومت جي پُڄاڻيءَ کانپوءِ ان عمارت جي فائلن مان ”چار هزار اعتراف“ نڪتا. پول پاٽ جي سوانح Brother No: one (برادر نمبر ون) جو ليکڪ آمريڪي تاريخدان ”ڊيوڊ چينڊ“ لکي ٿو ”ڪمبوڊيا ۾ تشدد اقتدار ۾ اچڻ جو سڀ کان اثرائتو هٿيار رهيو آهي، تشدد ڪمبوڊيائي عوام جو مزاج ۽ ڪلچر بنجي چڪو آهي“.

سڄي هنڌ، چيني علائقي تي بدترين جنگ ڌاڙيندڙ پول پاٽ جو آخري زمانو ڪمبوڊيا جي سرڪاري فوج کان بچڻ لاءِ گهاٽن ٻيلن ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندي گذريو. 1995ع ۾ سندس جسم جي ساڄي پاسي تي اڌرنگ جو حملو ٿيو هو پراڻي مليريا ۾ بہ مبتلا هو ٻيلن ۾ ڪميراؤج جي آخري مرڪزي تي قبضي کانپوءِ هن ٿائي سرحد جو ويجهو اچي پناهہ ورتي هئي، جتي هو آگسٽ 1998ع ۾ مري ويو. سندس موت تي بہ ڪيترائي افواهہ پکڙيا، ڪن چيو تہ کيس زهر ڏنو ويو تہ ڪن وري چيو تہ کيس قتل ڪيو ويو سندس موت جي ٻي ڏينهن سندس لاش کي پري کان صحافين کي ڏيکاريو ويو ۽ سندس مڙهہ کي سندس گهر جي پرسان ڪاٺين ۽ ٽائرن جي ڍڳ ۾ ساڙيو ويو. صحافين کي اهو منظر ڏسڻ جي موڪل نہ ڏني ويئي، البت هن جي لاش مان اُٿندڙ دُنهہ سرحد پار ٿائلينڊ مان بہ ڏسي ٿي سگهجيو. سندس موت تي هڪ ٿائي آفيسر چيو ”هو مٽي جو سور هو. پر مرڻ کانپوءِ اجا بہ وڌيڪ مٽي جو سور آهي.“

سندس موت تي ٽائيم ميگزين لکيو ”هو ٿائلينڊ جي لاءِ ڪٽي مٽي جو سور هو پر ڪمبوڊيا جي لاءِ

دهشت هو. هن جي مرڻ ڪانپوءِ ان سوال جو جواب ڏيڻ وارو ڪير به ڪونهي ته هن اهو سڀ ڪجهه ڇو ڪيو ۽ ڪهڙي شئي ڪيس صديءَ جو بدترين دهشتگرد بنايو؟"

پول پاٽ جي مرڻ تي سندس تنظيم جي هڪ اڳواڻ "ٽاموڪ" چيو ته "پول پاٽ مري چڪو آهي هاڻي سندس حيثيت ڳئون جي لاٽل پوسي کان وڌيڪ ڪينهي ڳئون جو پوسو ته وري به ڪم جي شئي آهي، جو اهو قدرتي ياڻ طور ڪم اچي سگهي ٿو."



# ٽراٽسڪيءَ جو قتل ڪيئن ٿيو؟

”مون پنهنجو برساتي ڪوٽ لاهي ڪٽي ميز تي رکيو. جيئن انهيءَ مان برف وڍڻ واري ڪهاڙي ڪڍي سگهان. جڏهن ٽراٽسڪيءَ منهنجو لکيل مقالو ڪڍي پڙهڻ شروع ڪيو. تڏهن مون ڪهاڙي ڪڍي ۽ اکيون پوري زور سان هن جي مٿي تي هڻي ڪڍيم. هن اهڙي ته دل ڏاريندڙ رڙ ڪئي جو مون ڪان وسري ئي نٿي. آهه .... تمام وڏي بيحد وڏي... ٽراٽسڪي هڪ پاڳل وانگر اُٿي پاڻ کي مون تي ڦٽو ڪيو ۽ منهنجي هٿ ۾ اهڙو ته چڪ وڌائين. جنهن جا نشان اڄ سوڌي چٽا بيٺا آهن ۽ اوهين ڏسي سگهون ٿا. مون ڪيس ڌڪو ڏيئي فرش تي ڪيرائي وڌو“.

مٿيان لفظ ويهين صدي جي مشهور ۽ پراسرار قاتل، ”ميڪس مونارڊ“ جا آهن. جيڪو روس جي مشهور انقلابي ۽ جلاوطن اڳواڻ ’ليون ٽراٽسڪيءَ‘ جي قتل جو بيان ٻڌائي رهيو هو اهو خوني واقعو 20 آگسٽ 1940ع تي ميڪسيڪو شهر پرسان ٽراٽسڪيءَ جي فولادي پٽين ۽ سخت پهري واري گهر تي ٿيو هو انهي قتل جي ڏوهه ۾ ”ميڪس مونارڊ“ کي ويهه سال ٽيپ جي سزا ملي. مونارڊ کي آگسٽ 1960ع ۾ سزا پوري ٿيڻ ڪان پوءِ جيل مان آزاد ڪيو ويو اهو سڄو عرصو هو پنهنجي سڃاڻپ، سياسي واسطن ۽ مقصدن بابت ڪابه خبر چار ظاهر ڪرڻ ڪان نهايت سختيءَ سان انڪار ڪندو رهيو. انهيءَ پردي پوشيءَ جي باوجود به وقت گذرڻ سان گڏ. هن جي سياسي سڃاڻپ چٽي ٿيندي ويئي. هن جو واسطو اسپيني قوم سان هو ۽ نالو ”ريمن مرسيڊر ڊيل“ هئس. قتل ڪرڻ جي طريقن بابت هن کي ماسڪو ۾ سکيا ڏني ويئي هئي. هن ٽراٽسڪيءَ جو قتل دنيا جي نهايت ڳجهي پوليس يعني ”سوويت اسٽيٽ سيڪيورٽي“ جي حڪم سان ڪيو هو جيڪا اُن وقت ”اين ڪي وي ڊي“ سڏبي هئي. هن جي سڃاڻپ جي لڳاتار انڪار سبب قتل جي ڏوهه جا ٻانيڪار هن قتل ۾ ملوث هئڻ کان انڪار ڪندا رهيا.

جڏهن هن کي گرفتار ڪيو ويو ته پوليس کي هن وٽان ٽن صفحن جو هڪ فرانسيسي زبان ۾ ٽائپ ٿيل بيان مليو جنهن تي آخري گهڙيءَ تي پينسل سان تاريخ ۽ صحيح وڌل هئي. بيان ۾ لکيل هو ته. ”هن جو واسطو بيجيلم جي هڪ گهراڻي سان آهي ۽ پئرس ۾ صحافت جي تعليم پرائيندي سندس لاڳاپو ٽراٽسڪيءَ جي تحريڪ سان ٿيو. اڳتي هلي ٽراٽسڪيءَ سان ملڻ ڪان پوءِ هن کي ڪائنس نفرت ٿي ويئي ۽ نيٺ هُن کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيائين، ڇو ته هن پراڻي بالشويڪ کيس مجبور ڪيو هو ته هو وري روس وڃي اسٽالن کي ختم ڪرڻ جي رٿابندي ڪري“.

اهڙيون دعوائون ۽ وضاحتي بيان جيڪي قيديءَ گرفتار ٿيڻ کان پوءِ ڏنا، سي سيئي ڪوڙا ثابت ٿيا. هن جي بيان ۾ ذڪر ڪيل ماڻهو اسڪول ۾ پتا سپ يا تہ هئا ئي ڪونہ يا وري سندس بيان کان بلڪل مختلف هئا، پر ڪوبہ منطق ڪيس پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ ڦير گهير ڪرڻ تي راضي ڪري نہ سگهيو. مونارڊ جي ڇهن مهينن تائين، نفسياتي ڇڪاس، ميڪسيڪو جي قومي يونيورسٽي ۾ علم حيوانيات جي شعبي جو سربراهہ "ڊاڪٽر جوس گوميز روبليڊا" ۽ ڏوهن جي علم جو ماهر "پروفيسر الفانسو ڪيروز ڪيارون" ڪندا رهيا. شروع شروع ۾ تہ هو ڊاڪٽر کان ڏاڍو چڙ ڪيل هوندو هو پر پوءِ هوريان هوريان هو ساڻن کليءَ دل سان ڳالهائيندو هو. ٻنهي ڊاڪٽرن قاتل کي هڪ نهايت غير معمولي قسم جو ماڻهو قرار ڏنو. هو ڪيترين ئي ٻولين ۾ روانيءَ سان ڳالهائي سگهيو ٿي، هن ۾ عورتن لاءِ وڏي ڪشش موجود هئي ۽ هر مرد ساڻس دوستيءَ جو خواهشمند هو. هو هر هنڌ هڪ معزز شخص واري زندگي گذاري سگهيو ٿي، هن کي پاڻ تي نهايت سٺي نموني پروسو ۽ عملي اداڪاريءَ جا گڻ عطا ٿيل هئا. جوا ۾ وڏي دلچسپي، جبلن تي چڙهڻ ۽ ننڍين ٻيڙين کي هلائڻ جو وڏو شوقين مڙس هو. هن جو اسٽالن جي خيالن ۽ ويچارن تي وڏو پروسو هو ۽ ڪيترن ئي موقعن تي هو پنهنجي ماسڪو واري سکيا بابت اُپٽار ڪري ويهندو هو. مثال طور: هڪ ڀيري هن ڪاموءَ نالي هڪ شخص جو حوالو ڏنو جنهن کان جيتوڻيڪ اولهہ اڻ واقف هئي، پر روس جي ڳجهي پوليس ۾ ڪيس هيروءَ واري حيثيت حاصل هئي ۽ روس جي اسڪولن ۾ داخلي انتشار ۽ تخريبڪاري جي باري ۾ هن جي تواريخ پڙهائي ويندي هئي.مونارڊ جي اُچارن جي آزمائش ۾ جيتوڻيڪ هن جي فرينچ زبان عمدي هئي، پر لهجو اسپيني گاڏڙ هئس ۽ اسپين جي هر شئي بابت سندس واقفيت ٺيڪ ٺاڪ پئي لڳي. سيني ثابتين هن جو پس منظر هڪ اسپيني ڪميونسٽ وارو پيي جاٽايو. "ڊاڪٽر ڪيروز ڪيارون" سندس بابت شڪن جا دستاويز 1950ع ۾ مس وڃي هٿ ڪري سگهيو. جڏهن مئڊرڊ پوليس وٽ هن جو ريڪارڊ لڌو ويو. هڪ شخص ريمن مرسيڊز جنهن کي بارسيلونا ۾، 1935ع ڌاري نوجوان ڪيمونسٽ اڳواڻ جي حيثيت سان گرفتار ڪيو ويو هو. تنهن جي آڱرين جا نشانن هن سان بلڪل ملي ٿي آيا. ساڳئي طرح ٻنهي جون تصويرون پڻ ملي ٿي آيون. ڊان پيلو مرسيڊر مرينا نالي هڪ وڏي ڄمار وارو ماڻهو جيڪو بارسيلونا ۾ رهندو هو،سو ٽراٽسڪيءَ جي قاتل جو فوٽو ڏسي چوڻ لڳو "هي تہ منهنجو پٽ آهي". ڪيس سندس پٽ جي ڏوهہ جي خبر نہ هئي انهيءَ ڏينهن کان وٺي اڳوڻن ڪميونسٽن جي اپٽارن، مونارڊ مرسيڊر جي زندگيءَ بابت ڪهاڻي هن ريت پيش ڪئي آهي:

"ريمن مرسيڊر" بارسيلونا ۾ 1913ع ۾ ڄائو هو هي "ڊان پبلو" ۽ "ڪريڊاڊ ڊيل ريو هرنئنڊز" جو ٻيو نمبر ٻار هو. پبلو پراڻن خيالن وارو هڪ معزز ماڻهو هو. سندس گهراڻو ايترو امير نہ هو. ريمن جي

امڙ تمام گهڻي خوبصورت ۽ چالاڪ عورت هئي ۽ ٽيهن سالن جي عمر ۾ ”مهم جوئي“ جو بيحد شوق ٿي پيس، هوءَ انقلابين سان لهه وچڙ رکڻ لڳي ۽ 1905ع ۾ فرانس ويئي، جتي هوءَ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ۽ ڪيترن ئي فرينچ ڪميونسٽ اڳواڻن سان عشق جي معاملن ۾ خوب بهرو ورتائين. هوءَ زير زمين پيغام پهچائڻ جو ڪم ڪندي رهي، ريمن ڪڏهن ماءُ سان ته ڪڏهن وري پيءُ سان گڏ گذاريندو هو. هو ماءُ سان بي حد پيار ڪندو هو ۽ سندس اثر ۾ اچي ڪميونسٽ پارٽيءَ ڏانهن ڇڪجي ويو جڏهن 1936ع ۾ اسپين ۾ گهرو لڙائي شروع ٿي ته هي ۽ سندس ماءُ پهريان والنيٽئر هئا، جيڪي فرانڪو خلاف ويڙهه ۾ شامل ٿيا. انهيءَ ڏاڪي تي ”ڪريڊاڊ مرسيڊر“ هڪ نئون پيچ پاتو. هن جو نئون عاشق ”ليونڊ ايٽنگان“ هو. جيڪو روس جي ڳجهي پوليس ۾ جنرل جي عهدي تي مقرر هو ۽ تن ڏينهن جنرل ڪوٽاف جي نالي سان اسپين ۾ گوريلن جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. ريمن مرسيڊر سندس شاگرد بڻجي ويو. حقيقت ۾ بنهي ماءُ پٽن کي اهو پتو ڪونه هو ته ايٽنگان ڳجهي پوليس جي انهي خاص ڊويزن جو سربراهه هو جنهن جو ڪم ڏارين ملڪن ۾ سوويت يونين جي دشمنن جو خاتمو ڪرڻ هو. سندن پهريون نمبر شڪار، ’ليون ٽراٽسڪي ليف ڊيوڊ وچ برانسٽين‘ هو. جيڪو ليون ٽراٽسڪي جي نالي سان دنيا ۾ مشهور هو. هن لينن جي تمام ويجهي ساٿيءَ جي حيثيت سان روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب آڻڻ ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتو هو. تن ڏينهن اسٽالن، لينن جو هڪ نيم گمنام ساٿي هو پر لينن جي وفات ڪان پوءِ هن اهڙي ته چال ويڙهائي، جو ٽراٽسڪي مرڳي سياست ڪان ئي ٽڙجي ويو ۽ 1929ع ۾ کيس سوويت يونين مان جلاوطن ڪري ڇڏيائين، تنهن ڪان پوءِ ٽراٽسڪيءَ جي زندگي هڪ اهڙي شڪار مثل بڻجي ويئي، جنهن کي مارڻ لاءِ اسٽالن جا شڪاري ڪتا هر هنڌ پيڇو ڪندا رهيا، هن جا سيئي ساٿي هڪٻئي جي پويان اسٽالن جي ظلم جو نشانو بنجندا رهيا، سندس سيڪريٽريءَ کي اسپين ۾ قتل ڪيو ويو ۽ هن جو پُٽ پئرس ۾ اوچتو مري ويو. جنهن لاءِ چيو ٿي ويو ته کيس زهر ڏنو ويو هو.

ٽراٽسڪي هڪ هنڌان ٻي هنڌ لڪندي، نيٺ 1937ع ۾ ميڪسيڪو ۾ اچي سياسي پناهه ورتي. ڪريڊاڊ ۽ ريمن، هينئر ايٽنگان سان گڏ ماسڪو ۾ هئا، جتي ريمن دهشت انگيزيءَ جي سکيا وٺي رهيو هو. ٽراٽسڪي کي ختم ڪرڻ جي لاءِ ڪهڙي قسم جي ماڻهوءَ جي ضرورت هئي؟ نيٺ نظرون وڃي ”ريمن مرسيڊر“ تي کُتيون هونديون، جيڪو اسپيني زبان ڳالهائي سگهندو هو. روسي ڳجهي پوليس نيٺ اهو فيصلو ڪيو ته ”مرسيڊر“ ٽراٽسڪي جي گهرو عملي مان ڪنهن سان دوستي رکي، انهي مقصد جي لاءِ هڪ نوجوان آمريڪي ڇوڪري ”سلويا ايگلاف“ کي چونڊيو ويو. جيڪا سياسي ڪارڪن هئي ۽ سندس ٽراٽسڪي جي وفاداري آمريڪي گروهه سان لاڳاپيل هئي. هو

ڳجهي پوليس اهڙو بندوبست ڪيو جيئن ريمن جي سلويا سان 1938ع ۾ پئرس ۾ اتفاقي ملاقات ٿي وڃي. هڪ ننڍي عمر واري عورت جي خواهش جي پورائي لاءِ ريمن جهڙو ناهوڪو ۽ دولتمند نوجوان ڪوڙ هو. ريمن جلد ئي هن جو گهريلو فرد بڻجي ويو. ريمن ”فرائنڪ جيڪسن“ جي نالي سان ڪوڙي پاسپورٽ تي سفر ڪندو سلويا جي پويان نيويارڪ وڃي پهتو. ٻنهي ڄڻن ”گرين وچ“ ڳوٺ ۾ عارضي رهائش اختيار ڪئي. ڪجهه وقت کان پوءِ جيڪسن ظاهر ڪيو ته کيس ”ميڪسيڪو شهر“ ۾ نوڪريءَ جي آڇ ٿي آهي. جنوري 1940ع سلويا به هن سان گڏ ميڪسيڪو آئي. رٿيل قتل جي ذاتي نگرانيءَ جي لاءِ ايٽنگان اڳ ۾ ئي ميڪسيڪو ۾ موجود هو ۽ ڪريسيبادِ مرسيبر به ساڻس گڏ هئي. جيئن ڪريبادِ اڳتي هلي پنهنجي هڪ دوست کي ٻڌايو ته انهي ڏاڪي تي ريمن جو في الحال فقط اهو ڪم هو ته هو اهو چڪاسي ته ٽراٽسڪي جي رهائشگاهه تي سلامتيءَ جو ڪهڙو بندوبست ٿيل هو. سلويا جي معرفت هن کي جلد ئي اچڻ وڃڻ جي موڪل ملي ويئي. جيتوڻيڪ شروعاتي ملاقاتن ۾ هن جو ٽراٽسڪيءَ سان ملڻ نه ٿيو پر هن سڄي گهر ۾ گهمي ڦري، لڪل ڪئميرا وسيلي فوٽا ڪڍيا ۽ ٻين گهڻن تفصيلن کي پنهنجي ذهن ۾ رکيائين. اهڙيءَ ريت گڏ ڪيل سمورو مواد ماسڪو موڪليو ويو. جتي ڳجهي پوليس اُن جو اڀياس ڪرڻ لڳي.

24 مئي 1940ع تي صبح جو سوير ”ميڪسيڪو شهر“ ۾ روسي دهشتگردن، ٽراٽسڪيءَ جي گهر کليو کلايو حملو ڪري ڏنو. ويهن ڄڻن جو جٿو جنهن کي ميڪسيڪو پوليس ۽ فوج جون ورديون پاتل هيون، سي گهر تي ڪاهي ويا ۽ دروازي مان زوري اندر ڏوڪڻ بعد ننڍي مشين گن سان ٽراٽسڪيءَ جي سمهڻ واري ڪمري تي گوليبازي شروع ڪري ڏنائون. انهن ڪمرن ۾ ٽراٽسڪي، سندس زال ۽ يارهن سالن جو پوٽو ستل هئا، پر هو سڀ معجزانه طور تي بچي ويا. چاڪاڻ ته هنن هڪدم پاڻ کي پلنگن هيٺان ڪٽي اڇليو. مهيني کن جي جاچ بعد ميڪسيڪو پوليس به ڏهن شخص گرفتار ڪيا، جن تي اڳتي هلي ڪيس هلايو ويو.

پر مرسيبر ڪنهن به شڪ ۽ شبهي کان مٿاهون هو. مٿئين حملي کان چار ڏينهن پوءِ مرسيبر مسز ٽراٽسڪي کي ڪن دوستن سان گڏ ڪار تي ”ويرا ڪروز“ طرف ڪٽي وڃڻ جي آڇ ڪئي. انهي ئي موقعي تي مرسيبر جي پنهنجي مستقل جي شڪار سان پهرين ملاقات ٿي ۽ هن گهر جي اڱڻ ۾ ٽراٽسڪيءَ جي پوٽي کي هڪ ننڍڙو جهاز سوکڙي طور ڏنائين. پهرينءَ قتل واري ناڪام ڪوشش ۾ حصو وٺڻ کان پوءِ فقط هڪ مضبوط اعصابن وارو شخص ئي سنٿت ۾ جو ڪم واري ڪوشش ڪري سگهيو ٿي.

هاڻي ماسڪو فيصلو ڪيو ته ٽراٽسڪي جو قتل فقط اڪيلي شخص جي هٿان ڪرائجي ۽

انهي ڪم جي لاءِ مرسيڊر ڪان وڏيڪ ٻيو ڪو مناسب ماڻهو ڪونہ هو. ڪريڊاڊ پنهنجي پٽ جي صحيح سلامت پهچي وڃڻ لاءِ روس جي ڳجهي پوليس سان بندوبست ڪيو هو. جولاءِ جي پوين ٽن هفتن ۾ مرسيڊر يا مئڪسن پنج ڀيرا ٽراٽسڪي سان ملي چڪو هو ۽ هر ڀيري مسز ٽراٽسڪي جي لاءِ سوکڙيون آڻڻ نہ وساريائين.

17 آگسٽ 1940ع تي مرسيڊير ٽراٽسڪيءَ کي هڪ مقالي جو خاڪو آڻي ڏنو جيڪو هو لکي رهيو هو. ٻنهي ڄڻن مطالعي واري ڪمري ۾ يارهن منٽ گڏ گذاريا. بعد ۾ ٽراٽسڪيءَ پنهنجي زال سان مرسيڊر جي عجيب چال چلت بابت ذڪيو ڪيو. 20 آگسٽ تي شام جو 5 لڳي 20 منٽن تي پنهنجو مقالو مڪمل ڪري ٽراٽسڪيءَ کي ڏيکارڻ جي لاءِ کڻي آيو. هن کي هڪ خاڪي برساتي ڪوٽ پاتل هو. جنهن ۾ هڪ ڊگهو خنجر سبيل هو. کيسي ۾ برف ڪاٽڻ واري ڪهاڙي پيل هئي، جنهن کي لڪائڻ جي لاءِ نهايت چوٽو ڳن پيل هئس. هن کي اميد هئي تہ ڪهاڙي جي هڪ ئي سنڌائتي ڌڪ سان هو پنهنجو موتمار خوني مشن پورو ڪري وٺندو ۽ انهيءَ مان ڪو آواز نہ پيدا ٿيڻ سبب هو مان منيءَ ۾ ٻاهر نڪري هليو ويندو. پر جي پلا ڪا گڙٻڙ ٿي پئي تہ پوءِ هو پستول جي وسيلي پنهنجو رستو بنائي وٺندو. پهريدارن هن کي سڃاڻي بنا ڪنهن رنڊڪ جي قلعي نما گهر جي بجلي وارا ڊبل دروازا کولي ڇڏيا. هڪڙو پهريدار هن سان گڏجي ٽراٽسڪيءَ وٽ هليو جيڪو انهي مهل پنهنجي پاليل سهن کي هٿ سان ڪاڌو کارائي رهيو هو. ٽراٽسڪيءَ هن جو آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ برساتي ڪوٽ بابت پڇائينس تہ اج جهڙي صاف ڏينهن تي اهو پائڻ مناسب نہ هو مرسيڊير پنهنجي ڳري ڪوٽ کي بدن مان لڳائيندي چيو ”هائو اهو صحيح آهي، پر ڪهڙي خبر........ مينهن تہ ڪنهن بہ وقت وسي سگهي ٿو“.

هن جي اچڻ تي پهرين تہ ٽراٽسڪي پنهنجي سهن کي ڇڏڻ نہ پيو گهري، پر هن جي زور ڀرڻ تي هٿن تي دستانا پائي مطالعي واري ڪمري طرف هلڻ لڳو. مرسيڊر بہ ٽراٽسڪي جي پويان لڳو. مطالعي واري ڪمري ۾ گهڙڻ کان پوءِ ٽراٽسڪي دروازو بند ڪري ڪم واري ميز تي ويهي رهيو. گولين سان ڀريل هڪ پستول ڪجھ انچن جي فاصلي تي پيو هو. مرسيڊر هن جي کاٻي طرف اهڙي نموني ٿي وينو جيئن ٽراٽسڪيءَ جي پهچ گهر ۾ لڳايل الارم واري بٽڻ تائين ٿي نہ سگهي.

ٽراٽسڪيءَ مقالو کڻي پڙهڻ شروع ڪيو. ٺيڪ انهيءَ مهل مرسيڊر ڪهاڙي ٻاهر ڪڍي، اکيون پوري پنهنجي شڪار جي مٿي تي اهڙي تہ زور سان واهي ڪڍي جو ڪهاڙي جو ڦر ٽن انچن تائين مغز اندر گهڙي ويس. هڪ دل ڏاريندڙ رڙ سان ٽراٽسڪي پاڻ کي خوني جي مٿان کڻي ڪيرايو ۽ هن سان ٻکين پئجي ويو. رڙ ٻڌي مسز ٽراٽسڪي اندر ڊوڪي آئي، مڙس کي سجو رت ۾ ٻڏل ڏٺائين. ”ڏس! هن

مون سان ڇا ڪيو آهي.“ ايئن چئي هو فرش تي ڪري پيو. ايتري ۾ ٽراٽسڪيءَ جا پهريدار بہ ڪمري اندر پهچي چڪا هئا. مرسيڊر جي هٿ ۾ پستول هو ۽ هڪ وحشي جانور وانگر سهڪي رهيو هو. پهريدار هن کي ڏسي نشانو بڻائڻ وارا هئا، تہ هن ڏانهن آڱر ڪڻندي مسز ٽراٽسڪيءَ پنهنجي مڙس کان پُڇيو. جيڪو اڃا هوش ۾ هو ”هن لاءِ ڇا ڪجي .... پهريدار هن کي ماري وجهندا“.

”نہ! مارڻ جي بلڪل موڪل ڪونهي.“ ٽراٽسڪي آهستي چئي رهيو هو. ”هن کي سازش تان پردي کڻڻ تي مجبور ڪيو وڃي.“

ٽراٽسڪي کي هڪدم اسپتال پهچايو ويو هو. جلد ئي بي هوش ٿي ويو. هن جي آپريشن ڪئي ويئي، پر چوويهن ڪلاڪن گذرڻ بعد هو گذاري ويو.

بلاڪ کن پريان مرسيڊر جي ماءُ ڪريڊاڊ هڪ ڪار ۾ اهڙي فڪر مند ماءُ وارو ڊونگ رچايو ويٺي هئي، جيڪا سندس پٽ جو ڪم تان لهي اچڻ جو اوسيئڙو ڪندي هجي. پرسان ئي هڪ ٻي ڪار ۾ جنرل ايٽنگان سوار هو. جڏهن پوليس طرفان خطري واري گهنٽي جو آواز شروع ٿيو ۽ ايمبولينس گاڏي تيزيءَ سان اچڻ لڳي تہ هن محسوس ڪيو تہ مرسيڊر جهلجي پيو. ڪرِيڊاڊ هڪدم هوائي اڏي ڏانهن رواني ٿي ويئي ۽ هڪ هٿرادو پاسپورٽ وسيلي سفر ڪيو. ايٽنگان سڄي رات اڪاپاڪو وڃڻ ۾ گذاري ۽ اُتي پهچڻ شرط هڪ روسي جهاز ۾ سوار ٿي ويو. جو خاص هن جي لاءِ بندر وٽ سيڙيو بيٺو هو. ڪجهہ هفتن کان پوءِ ڪريڊاڊ بہ ايٽنگان سان ماسڪو ۾ وڃي ملي، جتي ڳجهي پوليس جي سربراهہ ”بيريا“ هن کي اسٽالن سان ملايو. هن کي ڪيمونسٽ روس جو وڏي ۾ وڏو تمغو يعني ”آرڊر آف لينن“ مليو ۽ هن جي پُٽ کي سوويت روس جو هيرو بڻايو ويو. ڪريڊاڊ وڏي فخر سان انهن عزت افزاين جو ذڪر ڪيو. هن ٻي مهاڀاري وارا سال روس ۾ گذاريا ۽ ڪيس وقت بوقت سندس عاشق ايٽنگان ۽ ڪريملن عملدارن کان خاطريون ملنديون رهيون تہ مرسيڊر کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪارروائي ڪئي ويندي، ڏسڻ ۾ ايئن پئي آيو تہ اسٽالن پنهنجي وعدي کي نڀائڻ کان نٽائي رهيو هو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ نيٺ هن ڪريڊاڊ کي سندس پٽ کي ڇڏائي آڻڻ واري رٿا ۾ مدد ڏيڻ جي لاءِ هائوڪار ڪئي، پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ هو مارچ 1945ع ۾ ميڪسيڪو شهر بہ آئي. پر پنهنجي مقصد حاصل ڪري نہ سگهي، نہ رڳو اهو پر هوءَ پنهنجي پٽ سان ملاقات ڪري بہ نہ سگهي.

ٽراٽسڪيءَ جي قاتل جي صحيح سڃاڻپ کي راز ۾ رکڻ خاطر روس جي ڳجهي پوليس ڪريڊاڊ جي مٿان لوهي پردو چاڙهي ڇڏيو هو. اڳتي هلي ڪريڊاڊ پيرس هلي آئي، ڇاڪاڻ تہ هوءَ ڪميونسٽن کان بددل ٿي چڪي هئي. روس ۾ گذاريل سالن هن جي ڪميونزم بابت عقيدن ۾ وڏو ڦيرو آڻي ڇڏيو.

هڪ ڀيري ماسڪو ۾ پنهنجي هڪ ويجهي دوست سان جيڪو لبرل خيالن وارو هو، ڳالهائيندي هن چيو ”تون صحيح آهين. اسان سان دوکو ڪيو ويو آهي. هي ڪو بهشت ڪونهي، پر جنسي دوزخ آهي“.

جڏهن سلويا ايگلاف کي خبر پئي ته سندس عاشق مرسيڊر ٽراٽسڪيءَ کي قتل ڪيو آهي ته هن جو ذهني توازن بگڙي ويو ۽ ڪن ورهين پڇاڻان وڃي ٺيڪ ٿي. مرسيڊر کي جڏهن اها خبر پئي ته جيل ۾ ڏاڍو رنو هئائين، پر پوءِ سندس ايگلاف ۾ ڪابه دلچسپي نه رهي.

ٽراٽسڪيءَ جي ڀيواهه جنوري 1962ع ۾ پئرس ۾ گذاري ويئي . اسٽالن جي مرڻ کان پوءِ 1953ع واري ڪارروائي ۾ ايٽنگان، سندس مالڪ ’بيريا‘ سان گڏ معتوب ٿي مري ويو.

مرسيڊر ميڪسيڪو جي جيل ۾ هڪ مثالي قيدي بڻجي چڪو هو. هو جيل جي اندر ريڊيو مرمت جو هڪ ننڍڙو پر نفعي بخش دڪان هلائي رهيو هو جيلن بابت ميڪسيڪو جي قانون مان فائدو وٺندي مرسيڊر هڪ آرام واري زندگي گذارڻ لڳو. هن کي خاص ڪاڏو ڪتاب ۽ ٻيون سهولتون مليل هيون، جن ۾ هڪ سهولت اها به هئي ته هو ميڪسيڪو شهر جي نائيٽ ڪلب جي ناچڻي روڪيلا ميندوز سان باقاعده ملندو رهندو هو. ڇاڪاڻ ته قانون موجب قيدي پنهنجي زالن يا ٻين عورتن سان هم بستر ٿي سگهيا ٿي. زير زمين ذريعن معرفت هن جو رابطو ٻاهر ڪميونسٽ نظام سان قائم رهندو پي آيو.

مرسيڊر مئي 1960ع ۾ سزا پوري ڪري جيل مان آزاد ٿيو ۽ هو ٻهرينءَ ئي جهاز ۾ چڙهي چيڪو سلويڪيا هليو ويو ۽ تنهن کان پوءِ ايئن گم ٿي ويو جو اڄ ڏينهن سوڌي هن جو ڪوبه پتو يا هن بابت ڪابه خبر چار ڪونهي.

(آئزڪ دان ليون جي ڪتاب ”هڪڙي قاتل جو ذهن“ جو اختصار ۽ ترجمو)



# سوئيڪارنو جي خلاف
# بغاوت جي پهرين شام

انڊونيشيا جو عظيم قائد ۽ مرد آهن عبدالرحيم احمد سوئيڪارنو 30 سيپٽمبر جي شام جو "جڪارتا اسٽيڊيم" ۾ انڊونيشيا جي فني ماهرن جي هڪ ڪنوينشن کي خطاب ڪرڻ وارو هو. مان بہ سندس تقرير ٻُڌڻ لاءِ پنهنجي سنگتي ڪريم دين سان گڏ جلسي گاهہ ڏانهن ويس.

اسٽيڊيم ۾ گهڙندي ئي صدر جو انتهائي جوشيلو آواز ٻڌڻ ۾ آيم مون ڊائس طرف ڏٺو انڊونيشي قوم جو بهادر هيرو، فوج جي ڪمانڊر انچيف جي ورديءَ ۾، اکين تي ڪارو چشمون پاتل، مٿي تي جناح ڪيپ سان ملندڙ هڪ ٽوپي پائي (مقامي طور تي ان کي ٽپجي چيو وجي ٿو) فني ماهرن کي مخاطب هو. هو چئي رهيو هو. "اُٿو ۽ انڊونيشيا جي انقلاب جي ٻي منزل ڪاميابيءَ سان طئي ڪري وڃو. پنهنجي وسيلن کي ڪتب آڻي ملڪي خام مال کي پنهنجي قابليت جي ٻل تي استعمال جي شين ۾ تبديل ڪريو جيئن اسين ڪنهن جا دست نگر نہ رهون". هو سڄي قوم کي پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي تلقين اهڙي تہ اثرائتي ۽ جوشيلي انداز ۾ ڪري رهيو هو جو مان زبان ڪان اڻ ڄاڻ هوندي بس ڪن ڏيئي ٻڌي رهيو هئس، سندس زبان مان نڪرندڙ هر لفظ ڪنن وسيلي دل ۾ لهندي محسوس ڪيم. مان سوچڻ تي مجبور ٿي ويس تہ هيءَ قوم پنهنجي هن مهان، بهادر ۽ بي باڪ اڳواڻ جي بي مثال اڳواڻيءَ ۾ ترقيءَ جون ڏکيون منزلون بہ سولائيءَ سان طئي ڪري ڏسندي ئي ڏسندي ناقابل شڪست قوت بنجي اُڀرندي. انهن ڏينهن جيتوڻيڪ انڊونيشي قوم اندروني طرح سخت انتشار جو شڪار هئي. ڪافي هنڌن تي قڏا فساد ٿي رهيا هئا ۽ شر پسند عناصر پوري سگهہ سان سرگرم عمل هئا ۽ هو هر جائز ۽ ناجائز طريقي سان پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر طريقو اختيار ڪري ملڪ جون پاڙون کوکليون ڪرڻ ۾ رڌل هئا، پر هي مرد مجاهد جنهن اعتماد ۽ سڪون سان تقرير ڪري رهيو هو ان مان بلڪل اهو اندازو نہ ٿي ٿيو تہ ڪو هي ملڪ ڪنهن مرض ۾ مبتلا آهي.

سوئيڪارنو لڳاتار هڪ ڪلاڪ ۽ ڏهن منٽن تائين جوش ۽ خروش سان ڳالهائيندو رهيو. پوءِ هڪدم سندس آواز جهڻ ٻُڌي ويو. تقرير ڪندي ڪندي هو بيٺو ۽ ڊائس تان لهي ويو ڪجهہ آواز اُڀريا "ڊاڪٽر کي گهرايو...... ڊاڪٽر کي گهرايو......" ايتري ۾ چيني ڊاڪٽر "وهو" صدر ڏانهن وڌيو ۽ صدر کي هڪدم هڪ ڪمري ۾ نيو ويو. جتي ڊاڪٽر لڳاتار هڪ ڪلاڪ تائين صدر جي سنڀال

ڪندا رهيا. اسٽيڊيم ۾ موجود هر شخص پريشان هو ڪنهن کي بہ ڪجهہ معلوم نہ هو تہ ٿيو ڇا؟ اهو ڄاڻڻ جي تجسس ۾ ٻين ماڻهن سان گڏ اسين بہ آهستي ڊائس طرف وڌڻ لڳاسين. ايتري ۾ هڪ مائي روئڻ ۽ پٽڻ لڳي ۽ زور زور سان چئي رهي هئي تہ ”صدر انتقال ڪري ويو“. ان جملي چوڌاري عجيب بدحواسي جي چادر تاڻي ڇڏي. مون ڪيترين ئي عورتن کي ڳڙندڙ ڳوڙهن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندي ڏٺو. هُل ۽ گوڙ جو اهم عالم هو جو ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آئي. محافظ دستو بار بار ماڻهن کي پُرسڪون رهڻ جي اپيل ڪري رهيو هو. ماڻهو اسٽيڊيم کان ٻاهر وڃي رهيا هئا. صدر جي انتقال جي خبر جهنگ جي باهہ جيان پکڙجڻ لڳي. مان ۽ منهنجو سنگتي بہ سوڳوار قدم کڻندا جلسي گاهہ کان ٻاهر وڃي رهيا هئاسون, جو اوچتو صدر جو آواز ٻڌي ڇرڪي پياسين ۽ حيرت مان هڪٻئي ڏانهن ڏٺوسين ۽ ڊڪندي اچي پنهنجي ڪرسي سنڀاليسين. ميڙ جيتوڻيڪ منتشر ٿي چڪو هو پر جنهن بہ شخص جي ڪن تي صدر جو آواز پيو اُهو اتان ئي موٽي آيو.

هن جي همت ڏسو جيئن ئي طبيعت بحال ٿيس, تيئن ٻيهر تقرير ڪرڻ جي لاءِ ڊائس تي هليو آيو. صدر تقرير ڪري رهيو هو. پر سندس موت جي خبر شهر ۾ پهچي چڪي هئي ۽ اهي عنصر جيڪي سندس موت جا خواهان هئا, سي حقيقت حال ڄاڻڻ ڪانسواءِ ئي اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ نڪري ڪڙا ٿيا. مثال طور انڊونيشيا جي ڪميونسٽ پارٽي جي اڳواڻ, ڊي اين ايڊٽ, صدر کي ڊائس تي ٿڙندي ڏٺو تہ سندس موت جو يقين ڪري هڪدم جلسي گاهہ مان هليو ويو ۽ ٻيهر نظر نہ آيو ٻي پاسي صدر جي محافظ دستي جا ڪمانڊر ان ڏينهن سري کان جلسي گاهہ ۾ آيا ئي نہ هئا, جيتوڻيڪ سندس جلسي گاهہ ۾ موجودگي بيحد ضروري هئي, جڏهن صدر جي اوچتي علالت جي خبر پئي تہ هو ان وقت قصر صدارت ۾ موجود هئا ۽ ان افواهہ تي يقين ڪندي تہ صدر گذاري ويو آهي, يا هوريان هوريان هو موت ڏانهن وڌي رهيو آهي, 30 سيپٽمبر جي هولناڪ تحريڪ کي عملي جامون پهرائڻ جو حڪم جاري ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا. سندن حڪم سان صدر جي محافظ دستن کي ٽرڪن ۾ جيپن وسيلي روانو ڪيو ويو تہ هو گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾ انڊونيشي فوج جي اٺن جرنيلن کي اغوا ڪري ”حيلم“ جي هوائي اڏي تائين پهچائين ۽ ان ڪانپوءِ وڌيڪ احڪامن تائين ڪين اُتي رکن. پوءِ جڏهن, اونٽانگ, جيڪو صدر جي محافظ دستي جو ڪمانڊر هو. گرفتار ڪيو ويو تہ هن ٻڌايو تہ جرنيلن جي گرفتاري ۽ اغوا سندس حڪم تي عمل ۾ آندو ويو هو. هن وڌيڪ ٻڌايو تہ گرفتار ٿيل جرنيلن جي قسمت جو فيصلو اڌ رات ڪانپوءِ ٿيڻو هو. ڪين قتل ڪرڻ لاءِ اڳواٽ رٿا رٿي ويئي هئي. پروگرام موجب انهن ۾ سرفهرست فوج جو ڪمانڊر ”جنرل ياني“ هو. تنهن ڪانپوءِ وزير دفاع جنرل سوشن ۽ جنرل سوهارتو جي لاءِ رات جو ٻين کان پوءِ جو وقت متعين ڪيو ويو هو ۽ باقي جنرلن کي

ٽين ڪان پنجين وڳي جي وچ واري عرصي ۾ قتل ٿيڻون هو. فوج جي ڪمانڊر جنرل ياني ۽ سان جيڪي واقعا پيش آيا، تن جا تفصيل ٻن ڪلاڪن اندر سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويا. هن گهراڻي تي وهيل واپريل درد ناڪ داستان سان هر اک آلي ٿي ويئي، بيگم ياني ۽ ٻڌايو ته اڌ رات جو سنڌن گهر جي ٻاهرين دروازي تي گولي چٽڻ جي گوڙ تي گهر جا هڙيئي ياتي جاڳي پيا. حملي آورن جي پستول جي گولي دروازي تي لڳل ڪلف کي اڏائي ڇڏيو ۽ هو بنا ڪنهن هٻڪ جي اندر گهڙي آيا. سنڌس مڙس سمهڻ وارن ڪپڙن ۾ هو ۽ سپاهين کان ان حرڪت جو ڪارڻ پڇيو. بيگم ۽ اٺ ٻار سنڌس اها ڳالهه ٻولهه ٻڌي رهيا هئا سپاهي کيس صدارتي محل هلڻ تي مجبور ڪري رهيا هئا ۽ سنڌن چوڻ هو ته هو در تي بيٺل سپاهي کان پڇڻ بنا اندر چو آيا ۽ پوءِ جنرل ياني ساڻن هلڻ کان نابري واري، سپاهي کيس زبردستي جهلڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا، پر هو سنڌن پڪڙ ۾ نه پئي آيو ايتري ۾ هڪ سپاهي ۽ جي گولي ۽ جنرل جو سينو چيري ڇڏيو. گولي بلڪل دل وٽ لڳي هئي ۽ هو ٿڏو شوڪارو پري اتي ئي ڪري پيو جنرل جي زال ۽ ٻار روئندا رڙندا اندر داخل ٿيا، پر انهن ڪنور انسانن سنڌسن لاش کي اتي پيل غاليچي ۾ ويڙهي ڪلهي تي کڻي لاپرواهي ۽ سان ٻاهربيٺل ٽرڪ ۾ وجي ڦٽو ڪيو. ڇڻ بوسي سان پريل ڪا ٻوري هجي. اهو دل ڏاريندڙ منظر ڏسي سنڌس زال ۽ ٻارن جو هينيون هيٺ ۽ مٿيون مٿي رهجي ويو. سنڌن دنيا اونداهي ٿي ويئي ۽ ڳوڙها سنڌن مقدر بنجي ويا. جنرل ايس پرمن، جنرل ياني ۽ جو اسسٽنٽ هو. ايترو خوشنصيب نه هو جيترو جنرل ياني نڪتو. جڏهن کيس نيو ويو ته هو جيئرو هو. هڪ مقامي اخبار ۾ جنرل پرمن جي زال جو داستان غم ڇپيو. هن ٻڌايو ته 20 سيپٽمبر جو اڌ رات جو جنرل پرمن معمول مطابق سمهڻ جي لاءِ پنهنجي خوابگاهه ۾ ويو. صبح جو چئين وڳي ڏاري هو گوڙ ۽ شور جي ڪري ٻاهر نڪتو. هن سمجهيو چورن ۽ لوفرن حملو ڪري ڏنو آهي. پر ٻاهر نڪتو ته هن صدر جي محافظ دستي جي ويهن ميمبرن کي ڏٺو. جنرل جي پڇڻ تي هنن ٻڌايو ته کيس سپريم ڪمانڊر (صدر سوئيڪارنو) گهرايو آهي. جنرل پڇيو "ڇا حالتون وڌيڪ خراب ٿي ويون آهن؟".

"هائو سائين، حالتون ڏاڍيون خراب آهن". هنن نهايت عياري ۽ سان وارٽي ڏني، جنرل ڪپڙا بدلائڻ جي لاءِ ڪمري ۾ ويو ته سپاهي به سنڌس پويان ڪمري ۾ هليا آيا. جنرل پنهنجي زال کي چيو ته تون جنرل ياني ۽ کي فون وسيلي سڄي صورتحال کان واقف ڪري ڇڏ. جڏهن هو ٻاهر نڪتو ته سپاهي ڪمري مان ٽيليفون ڪڍي پي آيو. بيگم پر من کي تر جيترو به شڪ نه ٿيو چو ته جنرل ياني به اڪثر ڪري حسب ضرورت جي گهرائي وٺندو هو. ان واقعي کي منو ڪلاڪ گذريو ته "جنرل هارجونو" جي زال روئندي پٽيندي جنرل پر من جو ڏس پُڇڻ پهتي، چو ته سنڌس مڙس کي به سپاهي وٺي ويا هئا، ٻارهين آڪٽوبر تي "جنرل پنچٽبن" جو داستان هڪ اخبار ۾ شايع ٿيو.

”پرهه ڦٽي کي ڪجهه اڳيرو گستاپو دستن جا ڪجهه سپاهي تيزيءَ سان جنرل جي گهر ۾ گهڙي آيا جنرل جو پاٽيج جيڪو سندس ذاتي محافظ دستي ۾ شامل هو. تنهن ايندڙن کي روڪيو پر بيڪار. ڪيس بنا دير جي گولي هڻي ماريو ويو ۽ جنرل پنهنجي فل يونيفارم ۾ هٿ مٿي ڪٽندي ڏنو ويو ۽ جيئن ئي هن گهر کان ٻاهر قدم رکيو. کيس گولي هنئي ويئي ۽ گهٽيءَ ۾ بيٺل هڪ ٽرڪ ۾ ٻي درديءَ سان سندس لاش ڦٽو ڪيو ويو.

ان رات صدر جي محافظ دستي ۽ ڪميونسٽ رضاڪارن، جن ڇهن جرنيلن کي رات جو وڳڙي ۾ قتل يا اغوا ڪيو. تن جا نالا آهن ليفيننٽ جنرل احمد ياني، ميجر جنرل ايس پر من، برگيڊيئر جنرل پنچيتن، ميجر جنل سپارٿو ميجر جنرل هارجونو، ميجر جنرل سوتوجو. جنرل هارجوئو. ميجر جنرل سوتوجو. جنرل ياني ۽ هار جونو کي. جنهن وقت ٽرڪن ۾ ڦٽو ڪيو ويو. اُن وقت سندن ڪم لهي چڪا هئا. البت جنرل پنچيتن سخت زخمي هو ۽ حليم جي هوائي اڏي پهچڻ تائين جيئرو هو. جڏهن ٻين کي موت جي ڪنن مرحلن کي منهن ڏيڻو پيو. انهيءَ ڏينهن صبح جو ٽين وڳي جنرل يانيءَ جو لاش هوائي اڏي تي پهتو تہ عجيب جوش ۽ خروش هو. رضاڪار جن ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون شامل هيون ۽ جن کي سندن اڳواڻ ڪيترن هفتن کان اهو ٻڌائي رهيا هئا تہ جيڪڏهن تفريح چاهيو ٿا تہ حليم پهچو ۽ جڏهن هنن صدر جي انتقال جي خبر ٻڌي تہ ٽولن جا ٽولا ٽي هوائي اڏي تي گڏ ٿيڻ لڳا. انهيءَ ۾ ڪميونسٽ نواز جماعت جا فرد بہ شامل هئا. جن کي ڪافي مهينا اڳ ان رت ۽ باهہ جي هولي کيڏڻ جي تربيت ڏني ويئي هئي ۽ اج جي ڊرامي جي لاءِ مڪمل طرح تيار هئا. بعد ۾ اهي ثبوت بہ مليا تہ انهن نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کان باقائدي قسم ورتا ويا هئا ۽ انهن عهدنامن تي رت سان صحيحون ڪرايون ويو هيون. ان عهدنامي ۾ لکيل هو تہ جيڪڏهن مونکي مائٽن جي رت سان بہ هٿ رڱڻا پيا تہ بہ نہ ڪيٻائيندس. ان سلسلي ۾ اڻ ڳڻيون ڪوڙيون سچيون ڳالهيون مشهور ٿينديون رهيون. نيٺ ان سفاڪي ۽ انوکي ظلم ۽ ستم جي ڪري فوج ۽ عوام ۾ انهن جي خلاف اهڙي تہ نفرت جي لهر اٿي، جنهن نيٺ باغين کي پنهنجي وڪڙ ۾ وٺي، ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيو ۽ اها ئي نفرت جي لهر سوئيڪارنو جي ڪمن تي پاڻي ڦيري ويئي ۽ زوال جو سبب بنيس. انهن ظلمن جي روئيداد ٻڌائيندي، پندرهن ورهين جي جميلا بيگم. جڪارتا ”ڊيلي ميل“ جي خاطوءَ کي ٻڌايو تہ اسان ۾ ننڍا تيز چاقو ۽ بليڊ ورهايا ويا. منهنجي حصي ۾ بليڊ آيو. اسان پري کان هڪ شخص ڏٺو جيڪو سمهڻ وارن ڪپڙن ۾ هو. هٿ ۽ اکيون ڳاڙهي رومال سان ٻڌل هيس. ان جي ويجهو پهتاسين تہ اسانجي پلاٽون ڪمانڊر اسانکي حڪم ڏنو تہ هن شخص جي خوب مرمت ڪرڻي آهي ۽ تنهن ڪانپوءِ هن جي مخصوص عضون کي وڍڻ جو حڪم مليو ساوتر ۽ سندس زال جيڪي پنهنجي علائقي جا ڪمانڊر

هئا. حڪم ملندي ئي اڳيان وڌيا ۽ بئي انتهائي بي دردي سان اُن کي ڪُتڻ لڳا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هڙئي ڪامريڊ مٿس ٽٽي پيا ۽ مان به انهن ۾ شامل هئس سؤ جي لڳ ڀڳ چوڪرين اڳيان وڌي ڪيس چهڪ ڏيڻ شروع ڪيا. ڪنهن هن جي هٿ ۾ چاقو ٽي هنيو ته ڪنهن ڪنڌ تي وار تي ڪيس .سندس ٻڌل هٿ کُلي چڪا هئا. جسم مان رت ٽيندين ڪري وهي رهيو هئس. هڪ جواڻ جماڻ چوڪريءَ وڏي سندس رانن ۾ چاقو جا وار ڪري رهي هئي. پوءِ نوجوان جو هڪ ريلو آيو. انهن مان ڪنهن فائر ڪيو جيڪو سندس ڪلهي کي زخمي ڪري ويو. گوليءَ جو گهاءُ سهي هو ٽڙيو پر ڪريو ڪونه. ٻيو فائر ٽنگن تي هئس. ٽيو شايد پيٽ ۾. اهو شخص زخمن سبب چور ٿي ڪري پيو. سندن جسم ڪُنل ڪڪڙ وانگر تڙپڻ لڳو ۽ پوءِ هڪ سبز وردي پاتل ڪمانڊر خاص ڪاروائيءَ جو حڪم ڏنو. اهو حڪم فقط چوڪرين کي پورو ڪرڻو هو. هن جي مخصوص عضوو تي چاقو هڻڻ ۽ پوءِ انهن حصن کي ڪٽي وٺڻو هو. ايستائين جو اهو شخص مري نه وڃي'.

اپريل 1965ع. انڊونيشيا جي لاءِ هڪ خوني دور کٽي نمودار ٿيو ۽ اُتي جي عوام جو هيرو، احمد سوئيڪارنو جيڪو ويهن سالن کان لڳاتار عوام جي دلين تي حڪمراني ڪري رهيو هو انتهائي غير متوقع طور تي زوال جو شڪار ٿي ويو. صدر سوئيڪارنو جي شخصيت ڇا هئي؟ تنهن جو سڌو سادو جواب هيءُ آهي ته هو مجسم پيار هو. هو پنهنجي ملڪ سان پيار ڪندو هو. ڪيس پنهنجي هم وطنن سان پيار هو. هو پنهنجي تهذيب جو عاشق ۽ آرٽ جو پروانو هو ۽ هن صحتمند اصولن تي قوم جي تعمير ٿي چاهي. هو اتحاد جو علمبردار هو. سندس شخصيت اها هئي ته هڪ ڀيري ڪنهن اخباري خاطوءَ جي سوال تي "ته تو انڊونيشيا کي غربت، بک ۽ افلاس ڪانسواءِ ٻيو ڇا ڏنو"؟ جتي جواب ۾ چيائين "ٻڌ آئون ٻڌايان ٿو ته اسان انڊونيشيا کي ڇا ڏنو آهي. اسان ننڍين ننڍين ٻيٽن کي هڪ قوم جي شڪل ۾ متحد ڪيو آهي. جتي هندو، مسلم، سک پنهنجي الڳ معاشرتي، مذهبي، اقتصادي عقيدن جا پيروڪار هئا. سي هاڻي فقط انڊونيشي عوام آهن. ڇا اها اسانجي ترقيءَ جو دليل ڪونهي."

(تارچي وتاچي جي ڪتاب "سوئيڪارنو جو زوال" جو هڪ باب)



# جارج واشنگٽن کي قتل ڪرڻ جي سازش

اسانجو گهراڻو پيڙهين کان نيويارڪ ۾ رهندو پيو اچي، منهنجو نالو انٿوني پورٽر آهي. اهو نالو منهنجي ڏاڏي جي نالي جي پويان رکيو ويو آهي، 21 ڊسمبر 1820جي ڳالهه آهي، ويرڪ اسٽريٽ تي واقع مورٽير هائوس، چارلٽن جي آخر ڪنڊ ۾ منتقل ڪيو ويو هو. هاڻي اهو علائقو نيويارڪ جي وچ ۾ اچي ويو آهي، اتان منتقلي جي موقعي تي منهنجي ڏاڏي انٿوني پورٽر ڪجهه وقت لاءِ نوڪرن جون خدمتون حاصل ڪيون هيون.

ان پراڻي حويليءَ کي هڪ اعزاز اهو به حاصل آهي ته اها جون 1776ع کان سيپٽمبر 1976 تائين جارج واشنگٽن جي هيڊ ڪوارٽر طور استعمال ڪئي ويئي، اُتان لڏڻ جي موقعي تي رنڌڻي جي چمنيءَ جي هڪ سر اکڙيل هئي. ۽ ان جي پويان پيل هڪ خط مليو. اهو خط 'ليفٽيننٽ جنرل سروليم هووو' جي نالي لکيو ويو هو. خط تي 29 جولاءِ 1776ع جي تاريخ پيل هئي، سروليم انهن برطانوي فوجن جو ڪمانڊر هو جيڪي نيويارڪ جي آس پاس گڏ هيون.

اڻچاتل سببن جي ڪري انگريز قاصد اهو خط ڪيڻ کان لاچار رهيو. جيڪو ڪيس ان ڳجهي هنڌ تان ڪيڍي، پنهنجي منزل تائين پهچائڻو هو. اهڙي طرح اهو خط پنهنجي منزل تائين پهچي نه سگهيو.

منهنجن وڏن اهو خط يادگار طور پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکيو هو. پر پويون پيڙهيون ماضيءَ جي بدران مستقل تي وڌيڪ نگاهه رکن ٿيون. تنهنڪري اسانجي گهراڻي جي ٻين ڪاغذن سان گڏ ان خط تي به وقت جي دز ڄمندي رهي، آئون جيئن ته پنهنجي نسل جو آخر فرد هئس ۽ مون شادي به نه ڪئي هئي، تنهنڪري منهنجو شجرو اڳيان وڌڻ جو ڪوبه امڪان نه هو انڪري منهنجي دلچسپي پنهنجي بزرگن جي نشانين ۾ وڌندي رهي.

۽ جڏهن مون اهو خط پڙهيو ته اُن جي متن مونکي متاثر به ڪيو هو ته مونجهاري ۾ به وڌو هو خط جو مضمون هيٺين ريت هو.

"محترم ۽ مانوارا جناب جنرل صاحب!.

جڏهن هيءَ خط اوهان تائين پهچندو، ان وقت تائين اوهان هن خط جي هڪ اهم اطلاع کان واقف ٿي چڪا هوندا يعني اسانجو ويري جارج واشنگٽن مري چڪو هوندو، هن جي مرڻ ڪانپوءِ سندس

فوج جي حيثيت هڪ اهڙي نانگڻ جهڙي وجي رهندي، جنهن جو ڪنڌ ڪڀيو ويو هجي ۽ اُميد اٿم تہ سچ لهڻ تائين دشمن جو صفايو ٿي چڪو هوندو. ان وقت تائين آئون بہ مري چڪو هوندس. پر اها ڳالهہ منهنجي ۽ منهنجي خاندان ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن جي لاءِ بہ اهم نہ هوندي، آئون جنرل واشنگٽن جي اداري ۾ هڪ بورچيءَ جي حيثيت سان شامل آهيان ۽ اوهانکي باغين جي منصوبن ۽ انهن صف بندين جي باري ۾ خبرون موڪليندو رهندو آهيان ۽ اها ڳالهہ منهنجي ۽ منهنجي پيڙهين لاءِ انتهائي سرهائيءَ جو سبب آهي، جو مونکي تاج برطانيہ جي لاءِ هڪ انتهائي اهم خدمت انجام ڏيڻ جو موقعو مليو رهيو آهي، جنرل واشنگٽن هڪ تنهائي پسند شخص آهي ۽ پنهنجي ڏندن جي تڪليف جي ڪري گهڻو ڪري اڪيلو ماني ڪائيندو آهي، مٿي جي سور جي ڪري سندس ذائقي جي حس بہ تمام گهڻي خراب آهي، اڄ رات مون هن لاءِ گوشت جو ٻوڙ بصر ۽ پٽاٽا رڌيا آهن ۽ گڏوگڏ هڪ خاص زهر انهن ۾ گڏيو اٿم. اهو هڪ ڳاڙهو ميوو آهي، جيڪ نائٽ شيڊ فئمليءَ جي هڪ زهريلي ٻوٽي تي ڦٽي ٿو. جناب عالي کي اندازو هوندو تہ اهو هڪ انتهائي ڏکيو ڪم آهي ۽ مان باعزت شخص آهيان ۽ اڄ ڏينهن سوڌي مون لک چُپ ۾ ڪنهن کي ڪو نقصان نہ پهچايو آهي، تنهن ڪانسواءِ منهنجي خيال ۾ جنرل واشنگٽن هڪ عظيم اڳواڻ آهي، سندس بلند رتبي کان ڪير بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهي، خطرن ۾ هوشمنديءَ کان ڪم وٺڻ سندس شيوو آهي، سندس ديانتداريءَ جون ڳالهيون چوڏاري پکڙيل آهن. سندس همت ۽ تدبيري کان اوهين پاڻ واقف آهيو پر ... پر جيئن تہ هو تاج برطانيہ جناب جارج جي خداداد حڪومت جي خلاف باغياڻين سرگرمين ۾ ملوث آهي، تنهنڪري تاج برطانيا جي هڪ وفادار جي حيثيت سان منهنجو فرض آهي تہ آئون پنهنجي طور تي جڏهن بہ مناسب موقعو مليم. سندس ڪم لاهي ڇڏيان. مونکي افسوس آهي جو آئون هڪ وڏي ماڻهوءَ جارج واشنگٽن جي موت جو ذميوار آهيان. پر اهو احساس منهنجي افسوس تي غالب اچي ويندو تہ اهو ڪم خدا، بادشاهہ سلامت ۽ پنهنجي عظيم ملڪ لاءِ سرانجام ڏنو اٿم“.

اُت ڪجهہ سٽون خالي هيون. جڻ خط اڌ ۾ ڇڏيو ويو هجي، تنهن ڪانپوءِ خط ٻيهر لکيو ويو هو.

”شڪر آهي جو مون پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو آهي، مون جنرل جو موت سندس خاص خادم جي هٿن ۾ پهچائي ڇڏيو آهي ۽ اهڙي طرح، جيئن تہ مون پنهنجي بادشاهہ (خدا ڪيس قيامت تائين سلامت رکي) سان ڪيل عهد پورو ڪري ڇڏيو آهي، هاڻي مونکي پنهنجي ڪم جي شروعات ڪرڻي آهي، آئون هي خط مقرر جڳهہ تي رکي ڇڏيندس، جيئن تہ مونکي جنرل جي حامين ياران وحشياڻي انتقام جو ڊپ آهي، تنهن ڪري آءٌ پنهنجو پاڻ کي ماري رهيو آهيان. زهر ڪائڻ تي دل نہ ٿي چويم، پنهنجي ڳري بت سبب ڦاهو وجهي مرڻ کابہ لاچار آهيان. تنهن ڪري چاقوءَ کان ڪم وٺي رهيو

آهيان، ان ڪم ۾ مونکي چڱي مهارت حاصل آهي.

الوداع! منهنجي درخواست هيءَ آهي ته مونکان پوءِ منهنجي زال ۽ ٻارن جو خاص خيال رکيو وڃي، آئون ڪين تاج برطانيه جارج جي سخاوت جي آسري تي ۽ سروليم اوهانجي پناهه ۾ ڇڏي وڃي رهيو آهيان. مونکان پوءِ منهنجي شهرت اُن ڳالهه جو ثبوت هوندي ته مون اوهانجي خدمت ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي آهي، آئون دل سان پنهنجي ملڪ، پنهنجي بادشاهه ۽ اوهانجي بلند اقبال لاءِ دعاگو آهيان، مونکي فخر آهي ته آئون سدائين اوهانجو وفادار رهيو آهيان.

اوهانجو حقير فرمانبردار

(صحيح)

**جيمز بيلي**

ان خط ۾ جوليس سيزر جي قتل کانپو تاريخ جي سڀ کان اهم قتل جو تفصيل بيان ڪيو ويو هو. پر ڏکيائي اها هئي ته اهو واقعو ڪڏهن به نه ٿيو هو اسان سڀني کي خبر آهي ته جارج واشنگٽن ان کانپوءِ به پورا ٽيويهه سال يعني 1799ع تائين جيئرو رهيو ۽ ان ڳالهه جو ڪٿي به ڪو نشان ڪونهي ته 1776ع ۾ ڪنهن هن جي جان وٺڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر اها حقيقت آهي ته جيمز بيلي ان قتل جي مفروضي جي انتقامي ڪارروائي جي خوف ۽ ندامت سبب پاڻ کي ماري ڇڏيو. هن پنهنجو پاڻ کي اهڙي ڏوهه جي سزا ڏني، جيڪو هن ڪيو به نه هو.

مون پاڻ کي ان قتل جي تحقيق جي سلسلي ۾ وقف ڪري ڇڏيو ڪڏهن ڪو قتل، قتل نه هوندو آهي؟ اهو سوال ٻارن جي ڳجهارت جيان منهنجي ذهن ۾ ڦرندو رهيو. ڪڏهن به ڪو زهر زهر نه هوندو آهي..؟

پوءِ مون پنهنجو ڌيان اُن ميوي ڏانهن ڏنو جنهن جو ذڪر جيمز بيليءَ پنهنجي خط ۾ ڪيو هو. ڳاڙهو ميوو. منهنجي نگاهه ۾ هڪ اهم شاهدي هئي ۽ مون تحقيق جي شروعات ڪري ڇڏي.

نيٽ مان "نائٽ شيڊ فئمليءَ" جو هڪ اهڙو ٻوٽو ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس،جنهن تي ڳاڙهو ميوو ٿيندو هو. آمريڪا ۾ اهو ميوو 1882 تائين زهريلو سمجهيو ويندو هو. اهو ميوو تڏهن به موجود هو ۽ هينئر به آهي ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهي، اسين ڪيس ٽماٽي جي نالي سان سڃاڻون ٿا.

ليکڪ: رچرڊ ايم گورڊرٽ



# ايمنسٽي انٽرنيشنل
# انساني حقن جي عالمي تنظيم

اڄ جي دور ۾ انسان حقن جي تحفظ تي خاص طور تي زور ڏنو ويندو آهي ۽ جمهوري رياستون انساني حقن کي پنهنجي دستور جي ذريعي خصوصي تحفظ فراهم ڪنديون آهن. جڏهن تہ عالمي سطح تي ڪجهہ ادارا اهڙا بہ آهن. جيڪي سڄي دنيا جي انسانن جي، انساني ۽ بنيادي حقن جي تحفظ جي لاءِ خدمتون سرانجام ڏيندا آهن. انهن مان هڪ ادارو ”ايمنسٽي انٽرنيشنل“ پڻ آهي، جيڪو 28 مئي 1961ع تي لنڊن ۾ قائم ڪيو ويو. اداري جو هيڊڪوارٽر بہ لنڊن ۾ ئي آهي، انهي جي ٺاهڻ ۾ ”پيٽر بيننسن“ اهم ڪردار ادا ڪيو. پيٽر هنگري، اسپين ۽ ڏکڻ آفريقا ۾ سياسي قيدين جو دفاعي وڪيل رهيو هو. پيٽر 1960ع ۾ پرتگالي ڊڪٽيٽر ’جنرل استونيو سالازار‘ طرفان ٻن شاگردن کي حڪومت مخالف نظرين تي عمل جي ڪري ست سال قيد جي خلاف تحريڪ هلائي هئي ۽ پورچو گالي ڊڪٽيٽر جي خلاف هڪ مضمون لکيو. جنهن ۾ هن پورچو گالي عوام تي زور پريو هو تہ هو انهن ٻن شاگردن ۽ ٻين سياسي قيدن جن کي حڪومت سندن سياسي ۽ مذهبي نظرين جي آڌار تي قيدين ڪري رکيو آهي، تن جي آزاديءَ جي لاءِ حڪومت تي دٻاءُ وجهن. انهيءَ واقعي جي ٻي سال 1961 ۾ هن ايمنسٽي انٽرنيشنل جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو ويو. اداري جي باني ۾ آئرش رهاڪو سيف ميڪ برانڊ جو نالو بہ قابل ذڪر آهي، جيڪو 1961 کان وٺي 1974ع تائين اداري جي انتظامي ڪميٽيءَ جو چيئرمين رهيو ۽ انساني حقن جي واڌاري جي ڪوشش جي خدمت جي ميجتا طور 1974ع ۾ کيس امن جو نوبل انعام پڻ ڏنو ويو.

ايمنسٽي انٽرنيشنل پنهنجي مقصد جي حاصلات جي لاءِ انساني حقن جي انهي عالمي چارٽر تي عمل ڪري ٿي. جيڪو 10 ڊسمبر 1948ع تي گڏيل قومن گڙي اڪثريت سان منظور ڪيو هو انهيءَ اداري جا اهم مقصد هيٺين ريت آهن.حڪومت مخالف مذهبي ۽ سياسي نظرين جو اظهار ڪندڙ ماڻهن کي انهن حڪومتن جي قيد ۽ بند مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ، بنا ڪنهن رنگ، نسل ۽ مذهبي متڀيد، زبان ۽ جنس جي فرق جي انساني حقن جي حفاظت ڪرڻ، عورتن، ٻارن ۽ پناهگيرن جي انساني حقن جي حفاظت ڪرڻ، سيني قيدين جي خلاف غير انصافي ورتاءُ ۽ تشدد جو خاتمو سياسي موتن ۽

اغوائن جو خاتمو حڪومتن ۽ با اثر ماڻهن طرفان عدالتن کان مٿاهن قتلن جو خاتمو اهڙن ماڻهن کي تحفظ فراهم ڪرڻ جيڪي جيڪڏهن واپس پنهنجي وطن موٽي وڃن ته انهن سان مخصوص سببن جي ڪري غير انساني سلوڪ نه ڪيو وڃي، بين بين الاقوامي تنظيمن ۽ ادارن سان سهڪار ڪرڻ، انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ ايمنسٽي انٽرنيشنل انساني حقن جي خلاف ورزي ڪندڙ حڪومتن جي خلاف عالمگير مهم هلائي ٿي. انهن جي خلاف مضمون لکيا وڃن ٿا. نيوز ڪانفرنسون ڪوٺايون وڃن ٿيون ۽ انهن حڪومتن کان خطن جي ذريعي انساني حقن جي پاسداري ڪرڻ جي اپيل ڪئي وڃي ٿي. گڏوگڏ اهڙا پروگرام به ترتيب ڏنا وڃن ٿا. جن جي ذريعي ماڻهن ۾ شعورو آگهي پيدا ٿي سگهي، پنهنجي قيام کان وٺي هيستائين ايمنسٽي انٽرنيشنل انساني حقن بابت 5000 کان به وڌيڪ ڪيسن تي ڪم ڪيو آهي، پنهنجي ساليانه رپورٽ براءِ 2002ع ۾ انهن 152 ملڪن جو به ذڪر ڪيو آهي، جتي ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان انساني حقن جي حالت اطمينان بخش ڪونهي.

ايمنسٽي انٽرنيشنل جي حوالي سان دلچسپ ڳالهه اها آهي ته اهو ادارو ڪنهن ملڪ يا حڪومت جي ملڪيت ڪونهي، بلڪ مڪمل آزاد ۽ خود مختيار ادارو آهي، اهو نه ته ڪنهن حڪومت يا سياسي نظام جي حمايت ڪري ٿو ۽ نه مخالف. هيءَ ادارو ڪن مخصوص نظرين ۽ خيالن جو حامي ۽ مخالف به ڪونهي، پر انهيءَ جو ڪم اڻ ڌريي نموني سڄي دنيا ۾ انساني حقن جي بنا ڪنهن فرق، متڀيد ۽ جنس جي حفاظت ڪرڻ آهي. هن وقت سڄي دنيا ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل جا هڪ ملين ميمبر، دنيا جي 160 ملڪن ۾ موجود آهن جيڪي مختلف ملڪن، علائقن مذهبن ۽ نظرين ۽ خيالن سان واسطو رکڻ جي باوجود به گڏجي سڏجي گڏيل مفادن جي حصول لاءِ ڪم ڪن ٿا. اهي ميمبر عام طور تي گروپن، جهڙوڪ: شاگرد، پيشه ور ۽ بين علائقائي گروهن جي صورت ۾ ڪم ڪن ٿا.

تنظيمي جوڙجڪ جي لحاظ کان" ايمنسٽي انٽرنيشنل" جا ٽي اهم ادارا بين الاقوامي ڪونسل، بين الاقوام انتظامي ڪميٽي ۽ بين الاقوامي سيڪريٽريٽ آهن، اداري جا اهم فيصلا ۽ پاليسي سازي ڪونسل ٿي ڪري، جنهن جو هر ٻي سال اجلاس ٿيندو آهي، ڪونسل کي اداري جي قانونن ۾ ترميم ڪرڻ جو اعليٰ اختيار پڻ حاصل آهي، تنهن کانسواءِ ڪونسل انتظامي ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي چونڊ به ڪندي آهي، انتظامي ڪميٽي انهن رضاڪارن تي ٻڌل آهي، جيڪي ڪونسل جي فيصلن کي تڪميل تائين پهچائين ٿا، انهن کانسواءِ ڪونسل سيڪريٽري جنرل جي چونڊ پڻ ڪندي آهي، جيڪو اداري جي بين الاقوامي سيڪريٽريٽ جو سربراهه هوندو آهي.

ايمنسٽي انٽرنيشنل پنهنجي محنت سان سڄي دنيا ۾ پنهنجو منفرد ۽ نمايان مقام پيدا ڪيو آهي، پهرين اهو ادارو مختلف حڪومتن کي خط لکي بيگناهه سياسي قيدين جي آزاديءَ لاءِ دٻاءُ وجهندو هو، ادارو اهڙين حڪومتن جي خلاف مضمون پڻ لکندو رهيو آهي، جيڪي انساني حقن جي خلاف ورزين ۾ ملوث رهيون آهن. ايٽريقدر جو 1964ع ۾ ڪيترائي ملڪ پنهنجي بيگناهه سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا. 1972ع ۾ اداري هڪ عالمگير مهم هلائي، جنهن جو مقصد قانون لاڳو ڪندڙ ادارن پاران ٿيندڙ هر قسم جي تشدد جو خاتمو هو انهي سلسلي ۾ اداري هڪ 12 نقاطي پروگرام جي شروعات ڪئي، 1977ع ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل سڄي دنيا مان ’موت جي سزا‘ ختم ڪرڻ واسطي عالمگير مهم هلائي. اداري جي نظر ۾ جيئن تہ موت جي سزا جو قانون انسان جي بنيادي ۽ سڀ کان اهم انساني حق، زندگيءَ جي حق جو خاتمو ٿو ڪري ڇڏي، تنهنڪر ي انهيءَ سزا جو خاتمو ضروري آهي، پر اداري جي انهي مهم ۽ موقف جي مخالفت ڪندي قدامت پسند ليکڪ ”وليم بڪلي“ اداري جي ميمبر شپ تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي ۽ اهو موقف اختيار ڪيو تہ انهيءَ تحريڪ جي ڪري اداري جو مقصد بدلجي ويندو ۽ ادارو سياسي قيدين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ بدران قاتلن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ لڳندو. آڪٽوبر 2000ع ۾ اداري هڪ ٻي عالمگير تحريڪ تشدد جو مقابلو ڪرڻ جو لاءِ هلائي، جنهن جو مقصد سڄي دنيا جي ماڻهن ۾ تشدد جي خلاف گڏيل جاڳرتا پيدا ڪرڻ هو.

انهن سڀني تحريڪن ۽ ڪن حالتن ۾ ماڻهن ۽ قيدين جي مالي امداد ڪرڻ ۽ پنهنجي خرچ پورا ڪرڻ جي مد ۾ ادارو پنهنجي سالياني بجيٽ پڻ مرتب ڪري ٿو.

2000_01ع ۾ اداري جي بجيٽ 19510000 پائونڊ هئي، ادارو ڪنهن حڪومت يا ملڪ کان ڪنهن بہ قسم جي مالي مدد نٿو وٺي پر اداري جا ميمبر ۽ مخير ماڻهو انهيءَ جي مالي مدد ڪندا آهن، ڪنهن ملڪ يا حڪومت کان مالي امداد وصول نہ ڪرڻ جو بنيادي مقصد اهوئي آهي تہ ادارو بنا ڪنهن رياستي ۽ حڪومتي دٻاءَ جي آزادي ۽ انصاف سان پنهنجا مقصد پورا ڪندو رهي، پر سٺ ماري ڏاڪي ۾ اداري تي آمريڪي حڪومت ۽ سي آءِ اي کان مالياتي امداد وصول ڪرڻ جا آروپ پڻ لڳايا ويا، جنهن اداري جي ساک کي ڪافي نقصان پهچايو هو انساني حقن جي تحفظ جي سلسلي ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل پاران ڪيل ڪوشش کي واکاڻيندي 1977ع ۾ کيس ”امن جو نوبيل انعام“ پڻ ڏنو ويو.

ماضيءَ جيان اڄ بہ ادارو پنهنجي مقصدن جي حاصلات لاءِ فعال ڪردار ادا پيو ڪري، جهڙوڪ افغانستان ۽ عراق تي ڪيل آمريڪا جي حملن ۾ انساني حقن جي وڏندڙ خلاف ورزين جي پيش نظر

اداري اتحادين کي سخت تنقيد جو نشانو بنايو. انهيءَ حوالي سان اداري پنهنجي 2002ع جي ساليانې رپورٽ ۾ آمريڪا ۽ برطانيا پاران افغانستان جي شهرن تي مهلڪ هٿيارن، ڪلسٽر ۽ ڊيزي ڪٽر بمن جي واهپي تي پنهنجي گهري ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي اتحادي فوج جي خلاف تحقيقات جي گهر ڪئي ۽ افعاني قيدين سان آمريڪا جي غير انساني سلوڪ تي به ڳڻتي ظاهر ڪئي، انهيءَ حوالي سان اداري جو آمريڪا کان اهو مطالبو آهي ته افغان قيدي جيڪي 'گوانتانامو بي' ۾ حراست هيٺ آهن، تن کي جنگي قيدي مڃي ٽين جنيوا ڪانفرنس موجب سهولتون فراهم ڪيون وڃن ۽ انهن جي انساني ۽ بنيادي حقن جو احترام ڪيو وڃي، انهيءَ سلسلي ۾ اداري جي پاران آمريڪي علمدارن ڏانهن خط به موڪليا ويا.

آمريڪا ۽ عراق جنگ ۾ به آمريڪا ۽ برطانيا پاران عراقي شهرين تي ڪلسٽر بمن جي گهڻي استعمال تي اداري سخت تنقيد ڪئي هئي ته جيڪڏهن آمريڪا، عراقي شهرين جي تحفظ جي معاملي ۾ سنجيده آهي ته کيس ڪلسٽر بمن جو استعمال نه ڪرڻ گهرجي.

اداري جي پاليسي آهي ته هو اهو فيصلو نٿو ڪري ته ڪنهن ملڪ جي خلاف فوجي ڪارروائي درست آهي يا نه، پر هن جو ڪم انهيءَ ڳالهه جو جائزو وٺڻ آهي ته جنگ جي دوران به انساني حقن جو تحفظ ڪيئن ٿو ممڪن بنائي سگهجي، عراق ۾ جنگ ڪانپوءِ به ايمنسٽي انٽرنيشنل جو آمريڪا کان مطالبو رهيو ته جلد کان جلد عراق ۾ گڏيل قومن جي خصوصي ماهرن جي ڪميشن جوڙي وڃي، جيڪا عراق جي زبون صورتحال کي منهن ڏيڻ جي لاءِ اصلاحي پروگرام ۽ تجويزون ڏيئي سگهي، تنهن ڪانسواءِ جنگ جي ستايل مظلوم عوام کي ترجيحي بنيادن تي دوائون، ميڊيڪل جون سهولتون، غذا، پاڻي، امن ۽ انصاف فراهم ڪري ڦرلٽ جو خاتمو ڪيو وڃي.

جيتوڻيڪ جنگين ۽ تڪرارن جي ڪري انساني حقن جي تحفظ ۽ پاسداريءَ جو خيال هڪ خواب بڻجي رهجي ويو آهي، پر انهيءَ جي هوندي به ايمنسٽي انٽرنيشنل جي ڀرپور ڪوشش رهي آهي ته ٻين ادارن سان گڏجي ماڻهن جي حقن جي تحفظ ۽ واڌاري جي لاءِ جيترو ممڪن ٿي سگهي، ڪم ڪندو رهي. عجب ڳالهه اها آهي ته اهي ملڪ جيڪي ٻين قومن جي انساني حقن جي سنگين نوعيت جي پائماليءَ ۾ ملوث آهن ۽ جن جا هٿ ٻين ملڪن جي راهه گناهه عوام جي رت سان رڱيل آهن، انهن ئي ملڪن جي مٿيءَ مان انساني حقن جي تحفظ جون ڳالهيون ڪرڻ وارا ماڻهو ۽ ادارا جنم وٺي رهيا آهن.



# اسڪندريه جي قديم لائبريري

سڪندراعظم جي فتحن يورپ، ايشيا ۽ آفريقا تي وڏا اثر ڇڏيا، سڪندر جي دل ۾ سڄي دنيا تي حڪمرانيءَ جي زبردست خواهش هئي، تنهن ڪري هن اُن وقت جي ننڍي دنيا جي ڏورانهن هنڌن جو سفر ڪيو. جيتوڻيڪ سڪندر جو سڄي دنيا تي حڪمراني ڪرڻ وارو خواب پورو ٿي نه سگهيو پر هن اسڪندريه لائبريري جو بنياد رکي جيڪو عظيم ڪارنامو سرانجام ڏنو، تنهن سڪندر جو نالو هميشه جي لاءِ جيئرو ڪري ڇڏيو.

اسڪندريه جي لائبريري 295 قبل مسيح ۾ ٺاهي ويئي، سڪندر کان پوءِ مصر جي بنجندڙ بادشاهه بطليموس پهرينءَ ارسطو جي هڪ شاگرد ڊيماطرس Demetrius کي لائبريري ۽ عجائب گهر جو انچارج مقرر ڪيو.

روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڊيماطرس وٽ وڏي بجيٽ هئي، جنهن سان هو بادشاهه جي خواهش موجب اُن وقت جي معلوم دنيا جا هڙئي ڪتاب حاصل ڪري ٿي سگهيو. هن پنج لک ڪتاب گڏ ڪرڻ جو حدف مقرر ڪري رکيو هو ۽ بطليموس خاندان انهي حدف کي ڪيئن پورو ڪيو، تنهن بابت ڪيترين ئي غير معتبر ڪهاڻيون مشهور آهن، اسڪندريه ايندڙ جن به مسافرن وٽ ڪتاب هوندا هئا، اهي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان حاصل ڪيا ويندا هئا. هڪ ٻي ڪهاڻي موجب بطليموس ٽئي، اٿينس جي عملدارن کي اها هدايت ڪئي هئي ته هو اسڪائي لس، سوفو ڪليز ۽ يوريپيڊيز جي اصل مخطوطن کي چاندي جي گهڻي مقدار جي عيوض حاصل ڪن ۽ انهن مخطوطن جي هڪ هڪ ڪاپي لائبريري ۾ محفوظ ڪري اصل مخطوطا انهن جي مالڪن جي حوالي ڪيا وڃن ۽ پنهنجي چاندي واپس ورتي وڃي، پر ڪتاب عام طور تي اٿينس جي واپارين، عالمن ۽ رومي سمنڊ جي ڪناري وارن مشهور شهرن مان خريد ڪيا ويندا هئا. ائين اهو چئي سگهجي ٿو ته اسڪندريه لائبريري ۾ سڀئي يوناني ڪتابن جو ذخيرو موجود هو.

اسڪندريه لائبريري جي بنياد جو اصل مقصد سڀني قومن ۽ ملڪن جي ڪتابن کي گڏ ڪرڻ هو، تنهن ڪري اتي يونان کانسواءِ ٻين ملڪن جا ڪتاب به گڏ ڪيا ويا. مصر جي مشهور مذهبي اڳواڻ مان گهڻن جا لکيل مذهبي مقدس ڪتاب هتي موجود هئا. بابل جي مذهبي اسڪالر، مپيروساس جي تاريخ بابل، پڻ حاصل ڪئي ويئي، اهڙي طرح ڪالي ماچس Calli Machus جي

هڪ شاگرد هرمپس Hermippus زرتشت مذهب تي In two Million Lines نالي جيڪو ڪتاب لکيو هو. اهو به اسڪندريه لائبريري جي لاءِ حاصل ڪيو ويو جنهن مان ظاهر آهي ته هتي اهل فارس بابت مواد پڻ موجود هو. ٻڌ ڌرم بابت مواد جي نشاندهي ان ڳالهه مان ٿئي ٿي ته هندستان جي بادشاهه اشوڪ اعظم ۽ بطليموس ٽي جي وچ ۾ سفيرن جي ڏي وٺ ٿي هئي. اسڪندريه ۽ مصر جي يهودين توريت جو يوناني زبان ۾ ترجمو ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ عهد نامه عتيق Septua Gint سامهون آيو. جيڪو دنيا جي ترجمن جي تاريخ ۾ نهايت اهم ۽ ملهائتو ڪتاب آهي.

اڌ صدي گذرڻ ڪان پوءِ انهيءَ لائبريري جي عمارت ڪتابن جي لاءِ ننڍي ٿي پئي، تنهن ڪري بطليموس ٽي 246_221قبل مسيح ۾ لائبريري جي نئين اڏيل برانچ Serapeumڪي به انهيءَ ۾ شامل ڪري ڇڏيو.

هڪ انداز موجب لائبريريءَ ۾ ڪتابن جو ڪل تعداد پنج لک هو. ڪن روايتن موجب ڪتابن جو تعداد ست لک هو. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ زماني جي حالتن جي ستم ظريفيءَ سبب اها لائبريري تباهه ٿي ويئي ۽ ثابتين مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته قيصر روم سان جنگ جي دوران سمنڊ جي ويجهو هئڻ سبب لائبريري مڪمل طور تي سڙي رک ٿي ويئي، انهيءَ ڪان پوءِ برانچ لائبريري لڳ ڀڳ چئن صدين تائين علم جي اُجارن جي علمي اُج اُجهائڻ ڪان پوءِ 391 ق . ۾ شاهي زوال سان گڏ ختم ٿي ويئي.

قديم اسڪندريه لائبريري جو نالو اڄ انهيءَ ڪري جيئرو ۽ ياد آهي ته انهيءَ پهريون پيرو هڪ عظيم الشان سائنسي تحريڪ جو بنياد رکيو جنهن جي ڪري اُن وقت جي سيني علمن کي ايندڙ نسلن تائين منتقل ڪرڻ ۾ سولائي ٿي.

اسڪندريه لائبريري جي بي مثال خدمتن جي ڪري انهي دور جي عظيم محققن اهڙا ته نمايان ڪارناما سرانجام ڏنا، جيڪي انساني علمن جي ترقي ۾ پيڙهه جي پٿر جي حيثيت رکن ٿا. ڪالي ماچس ۽ ٿيوڪريٽس شاعريءَ ۾ ايلڊس Eliclid، رياضي ۾ هيروفلس ۽ گيلن، طب ۾ اسٽارڪس، ايراتسطين ۽ بطليموس جاگرافي ۽ فلڪيات ۾، پلوٽنس، فلسفي ۾ ۽ ٻين ڪيترن ئي عالمن مختلف علمن ۾ نمايان ڪارناما سرانجام ڏنا. تنهن ڪري اهو چوڻ بلڪل درست آهي ته اسڪندريه لائبريري علمن کي علائقائي حدن مان ڪڍي بين الاقوامي حيثيت ڏني، ائين اها پهرين بين الاقوامي لائبريري هئي.



## دنيا جو چوٿون عجوبو
# اولمپيا ۾ زيوس ديوتا جو مجسمو

هن جي ساڄي هٿ ۾ عاج ۽ سون مان تراشيل فتح جو نشان ۽ کاٻي هٿ ۾ شاهي عصا هئي، جيڪا دنيا ۾ دستياب سيني ڌاتن جي ميلاپ سان ٺاهي ويئي هئي. عصا جي مٿان هڪ عقاب تراشيو ويو هو. ديوتا جي قبا ۽ تاج سون جا هئا. اهو دنيا جو چوٿون عجوبو (تعمير جي سن جي حساب سان) هو. جيڪو زيوس ديوتا جي نالي سان موجوده يونان جي گادي واري شهر اٿينس کان 150 ڪلوميٽر پري اولهندي ساحلي علائقي اولمپيا نالي وسنديءَ جي هڪ مندر ۾ ڪتل هو. قديم زمانن ۾ يوناني پنهنجي ديوتائن جي شهنشاهه زيوس جي اعزاز ۾ پنهنجو هڪ نهايت اهم ڏڻ ملهائيندا هئا، جنهن کي 'اولمپڪ رانديون' چيو ويندو هو. جديد اولمپڪس وانگر قديم رانديون ۾ به ايشياءَ ڪوچڪ، شام، مصر ۽ سسليءَ جهڙن ڏورانهن علائقن کان رانديگر انهن رانديون ۾ شرڪت جي لاءِ ايندا هئا. انهن راندين جي شروعات 776 قبل مسيح ۾ ٿي ۽ اهي يونان جي اولهندي علائقي جنهن کي انهن ڏينهن 'پيلو پونيسس' چوندا هئا، اتي موجود مندر ۾ ٿينديون هيون. يونان جي شهرن ۽ رياستن کي متحد رکڻ جي خاطر هر چئن سالن کانپوءِ اهي رانديون ٿينديون هيون. راندين جي دوران مقدس امن جو اعلان ڪيو ويندو هو ۽ جنگيون روڪيون وينديون هيون. اولمپيا (جتي اهي رانديون ٿينديون هيون) ڏانهن ويندڙ سيني مسافرن کي حفاظت سان سفر ڪرڻ جي ضمانت ڏني ويندي هئي.

اهو هنڌ راندين جي لاءِ هڪ اسٽيڊيم ۽ وڻن جي سڳوري جُهنڊ تي مشتمل هو جنهن ۾ مندر به هئا. ابتدائي دور زيوس ديوتا جو مندر بنهه سادو ۽ عام هو. پر جيئن جيئن اولمپڪ راندين جي شهرت وڌندي ويئي ۽ ان ۾ شرڪت ڪندڙن جي تعداد ۾ واڌارو ٿيندو ويو تيئن انهيءَ ڳالهه جي به گهرج محسوس ٿي ته زيوس ديوتا جو هڪ اهڙو مندر اڏيو وڃي جيڪو ديوتا جي شان وٽان هجي. تنهن ڪري 970 قبل مسيح کان 460 قبل مسيح جي دوران هڪ نئين مندر جي اڏاوت جو ڪم شروع ٿيو. مندر جو ڊزائنر ايليس جو هڪ رهاڪو ليبسون هو. اهو شاهڪار 456 ق م ۾ اڏجي تيار ٿيو مندر پراڻن يوناني مندرن جي طرز تي اڏيو ويو ۽ اهو اٿينس جي پارٿينينس ۽ افيسس جي آرٽي مس ديوي جي مندر سان مشابهت رکندڙ هو.

مندر هڪ مٿانهين مستطيل چبوتري تي اڏيو ويو. طرفن ۾ تيرهن ۽ هر ڪُنڊ ۾ ڇهه ڇهه وڏا ٿنڀا، ڇت کي سهارو ڏيڻ جي لاءِ ٺاهيا ويا، عمارت جي ڇت ڪافي اوچي هئي، لاهياري ڇت جا آخري

ڪنارا ٽڪنڊن جهڙا هئا ۽ اُنهن تي بهترين چٽ گل ٺاهيا ويا هئا. آخري حصي ۾ ٺهيل ٻارهن ٿنڀن ڪان ٿورو مٿي ۽ ٽڪنڊن جي هيٺان بہ نقاشي جو ڪم ڪيو ويو. اهو مندر پنهنجي انداز، معيار ۽ هنر منديءَ جي لحاظ ڪان پراچين يوناني اڏاوت جو هڪ نادر نمونو هو. پر جلد ئي اهو فيصلو ڪيو ويو تہ مندر جي اڏاوت ديوتائن جي شهنشاهہ جي شان وٽان ڪونهي. تنهن ڪري انهيءَ ڪوٽ کي پورو ڪرڻ جي لاءِ مندر جي اندر زيوس ديوتا جو هڪ عظيم الشان ۽ شاندار مجسمو تيار ڪيو ويو. جنهن کي قديم دنيا جي ستن عجائبن ۾ شامل ڪيو ويندو آهي.

انهي مجسمي جي تياري جي لاءِ فيدياس نالي مورتي ساز جي چونڊ ڪئي وئي. هو اٿينس جي پارٿينين جي لاءِ اڳ ۾ ئي اٿينا ديويءَ جو چاليهہ فوٽ مجسمو ٺاهي چڪو هو. جڏهن تہ زيوس ديوتا جي مندر جي ٻاهرين آرائش ۾ بہ هن حصو ورتو هو. اٿينس ۾ پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ ڪانپوءِ فيدياس پنهنجي زندگيءَ جو عظيم ترين شاهڪار يعني زيوس ديوتا جو مجسمو ٺاهڻ جي لاءِ اولمپيا آيو.

مجسمي جي تياري جي لاءِ هن مندر جي اولهہ ۾ هڪ ورڪشاپ ٺاهيو. چيو وڃي ٿو تہ مجسمي ٺاهڻ جو ڪم هن 440 قبل مسيح ۾ شروع ڪيو هو. هو ڪيترن ئي سالن ڪان عاج ۽ سون جا وڏا وڏامجسما ٺاهڻ جو ماهر مڃيو ويندو هو. انهيءَ مقصد جي لاءِ هو پهرين ڪاٺ جو فريم ٺاهيندو هو. جنهن تي لوهي ۽ عاج جون شيخون لڳايون ويندیون هيون. فيدياس جو اهو ورڪشاپ اڄا بہ اولمپيا ۾ موجود آهي. اهو رڳو اتفاق هو يا هن ڄاڻي واڻي ايئن ڪيو هو . تہ اهو ورڪشاپ پنهنجي سائيز ۽ بناوت جي حساب سان زيوس ديوتا جي مندر سان بي حد ملندڙ جلندڙ هو. انهي ورڪشاپ ۾ هن پوءِ مجسمي جا مختلف حصا تراشيا ۽ ٺاهيا ۽ اڳتي هلي مندر ۾ وڃي انهن کي پاڻ ۾ ڳنڍيو هو.

جڏهن مجسمو تيار ٿيو تہ اهو ڏاڍي ڏکيائيءَ سان مندر ۾ پورو آيو. يوناني مورخ اسٽريبواس انهيءَ جي باري ۾ لکي ٿو تہ ”انهي جي باوجود جو مندر خود بہ ڪافي وڏو هو. مجسمي ساز کي رڳو انهي ڪري تنقيد جو نشانو بنايو ويو. جو هن صحيح پئمائش نہ ڪئي. هن زيوس جو مجسمو ويٺل انداز ۾ ٺاهيو هو پر انهي حالت ۾ بہ ان جو مٿو مندر جي ڇت کي ڇهي رهيو هو تنهن ڪري اسين جيڪڏهن سوچيون تہ جيڪڏهن زيوس اٿڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو مندر جي ڇت ڦاڙي ٻاهر نڪري ويندو“.

اسٽريبوس جي ڳالهہ درست هئي، پر اهو غلط هو تہ مجسمي ساز کي تنقيد جو نشانو بنايو ويو، پر حقيقت ۾ انهيءَ جي تعريف ڪئي ويئي، اها مجسمي جي جسامت ئي هئي جنهن کيس حيرت انگيز بنائي ڇڏيو هو. بعد ۾ شاعرن ۽ مورخن انهيءَ جي باري ۾ لکيو تہ مجسمي ساز جي ذهن ۾ اهو انوکو خيال آيو تہ ديوتائن جو شهنشاهہ انهي ڳالهہ تي قادر آهي تہ جيڪڏهن هو اُٿڻ چاهي تہ مندر جي ڇت ڦاڙي ڇڏي. مجسمي جو بنياد 20 فوٽ ويڪرو ٽي فوٽ اوچو هو. جڏهن تہ مجسمي جي اوچائي چاليهہ

فوت هئي، جيڪا هاڻوڪي دور جي چار ماڙ عمارت جي برابر ٿي ٿئي، مجسمو ايترو ته متاثهون هو جو ڏسڻ وارا زيوس جي جسم ۽ سندس ڊيل ڊول جي بدران انهي تخت ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندا هئا. جنهن تي هو ويٺل هو. تخت جا پايا هڪ خيالي جانور جي شڪل ۾ بڻايا ويا هئا. جنهن جو ڌڙ شينهن جو ۽ منهن عورت جو هوندو آهي، جڏهن ته هن سان گڏ فتح جون نشانيون کوٽيل هيون. يونان جي ٻين ديوتائن ۽ ڏند ڪٿائي شخصيتن کي بہ انهيءَ ۾ اجاگر ڪيو ويو هو جنهن ۾ اپالو ديوتا. آرٽيمس ديوي ۽ نيوب جا ٻارڙا شامل هئا.

يوناني مورخ پوسي ناس جو چوڻ آهي تہ ديوتا جي مٿي تي زيتون جي پتن جو تاج هو ساڄي هٿ ۾ فتح جو نشان جهليل هئس، جيڪو سون ۽ عاج جو ٺهيل هو. کاٻي هٿ ۾ هڪ شاهي عصا هيس، جيڪا هن دنيا ۾ دستياب سيني ڌاتن جي ميلاپ سان ٺاهي ويئي هئي، انهيءَ عصا جي مٿان هڪ عقاب ٺاهيو ويو هو هن جي قبا ۽ جوتا سون جا هئا. زيوس جو لباس سوسن جي گلن ۽ جانورن جي ڪلن مان ٺاهيو ويو هو جڏهن تہ هن جو تخت سون، قيمتي پٿرن، انبوسي ڪاٺ ۽ عاج مان ٺاهيو ويو هو.

مجسمي کي مختلف بادشاهن ۽ حڪمرانن طرفان موڪليل سوکڙين سان سجايو ويو هو. انهن ۾ هڪ يادگار ۽ ذڪر جوڳو تحفو شام جي باشاهہ انتي ڪوس چوٿين موڪليو هو اهو هڪ اوني پردو هو جيڪو اسيرين انداز ۾ ٺاهيو ويو ۽ فونئين طرز تي تعمير ڪيو ويو.

انهيءَ مجسمي جا ڪيترائي نقل تيار ڪيا ويا، هاڻي انهن مان ڪو بہ موجود ڪونهي، ايندڙ ڏينهن ۽ سالن ۾ هزارين سياح ۽ زيوس ديوتا جا پوڄاري سڄي دنيا انهيءَ جي زيارت واسطي اولمپيا ايندا رهيا. اڳتي هلي ۾ رومن بادشاهہ ڪيلي گو مجسمي کي روم منتقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اها ڪاروائي ان وقت ناڪام ٿي جڏهن ڪيلي گورو جي ماڻهن جو ٺاهيل چبوتر ڊهي اچي پٽ پيو. بُت پرستي بند ڪرائڻ جي لاءِ جڏهن شهنشاهہ ٿيو ڊولس پهرين 391ع اولمپڪ رانديين تي پابندي هنئي تہ زيوس ڊيوتا جو مندر بہ سندس حڪم ذريعي بند ڪيو ويو.

اڳتي هلي اولمپيا ۾ ڪيترائي زلزلا آيا، مٿيءَ جون چيون ڪرنديون رهيون ۽ ٻوڏون ايندون رهيون. پنجين صدي عيسوي ۾ مندر کي باهہ لڳي ويئي، پر ڪجهہ يوناني اميرن انهيءَ کان اڳ مجسمون ڪانستي ٽيوپل جي هڪ محل ۾ منتقل ڪري ڇڏيو. اتي اهو مجسمو 462 تائين سلامت رهيو. پوءِ هڪ خوفناڪ باهہ جي نتيجي ۾ سڙي تباهہ ٿي ويو.

1829ع ۾ اولمپيا ۾ زيوس ديوتا جي مندر جي پهريون پيرو کوٽائي ڪئي ويئي، فرانسيسي سائنسدانن جي انهي گروپ مندر جا بنياد ۽ ٿنڀن جا بچيل حصا برآمد ڪرڻ جي ڪاميابي حاصل

ڪئي. اهي ٽڪرا پئرس پهچايا ويا، جتي اهي اڄ بہ لوور ۾ موجود آهن. ٻي ٽيم 1875ع ۾ جرمنيءَ مان آئي ۽ انهي پنجن سالن تائين اولمپيا ۾ ڪم ڪيو. انهي عرصي ۾ هنن اُتي موجود عمارتن جا ڪنڊر مندر جي مجسمي جا حصا ۽ مندر جي تهہ خاني ۾ اهو پول تلاش ڪري ورتو. جنهن ۾ مجسمي جي لاءِ تيل ذخيرو ڪيو ويندو هو. 1950 ۾ کوٽائي جي نتيجي ۾ فيدياس جو ورڪشاپ پڻ دريافت ڪيو ويو. جيڪو هڪ قديم عيسائي ديول جي هيٺان دفن ٿيل هو. قديم آثارن جي ماهرن مورتي ساز جا اوزار ۽ ٽين پگهرائڻ جي هڪ وڏي ڪڙهائي، مٽيءَ جا فريم، پلاسٽر ۽ عاج بہ ڳولهي هٿ ڪيو. جنهن جو ڪجهہ حصو مجسمو ٺاهڻ جي لاءِ استعمال ٿيو هو. اُتان مٽي جا ڪيترائي سانچا پڻ مليا، جيڪي لوهي پليٽون ٺاهڻ جي لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا، انهن تي ڳَٽپ جا نمبر بہ لکيل هئا، جيڪي يقيني طور تي انهن پليٽن کي مجسمي ۾ ڪوڙڻ جي لاءِ ترتيب طور لڳايا ويا هئا.

هاڻ پراڻي هنڌ تي موجود اسٽيڊيم ٻيهر اڏيو ويو آهي، مندر جو ڪجهہ حصو ۽ ٿنين جي باقيات بہ اُتي موجود آهي، پر انهي مجسمي جي باقي ٻي ڪا بہ شئي اُتي ڪونهي، جيڪا نہ فقط ڪڏهن اولمپيا، پر قديم دور جي تاريخ جو هڪ حيرت انگيز ۽ ڏسڻ جهڙو شاهڪار هو. ائين صدين تائين سياحن کي حيرت ۾ وجهندڙ شاهڪار جنهن کي پنهنجي وقت ۾ دنيا جي خوبصورت ترين عمارت چيو ويندو هو. هاڻ دنيا جي نقشي تي موجود ڪونهي.



# دنيا جو ڇهون عجوبو
# هيلوس جو ديو قامت بُت

رهوڊز ۾ هيلوس جي ديو قامت مجسمو پنهنجي اڏاوت کان وٺي تباهيءَ تائين رڳو 56 سال جيئرو رهيو. پر ايتري گهٽ عمر پائڻ جي باوجود بہ اهو دنيا جي ستن عجائبن ۾ شامل ٿي، سدائين جي لاءِ امر ٿي ويو. انهيءَ جي باري ۾ رومي مورخ 'پلين ڊي ايلڊر' لکي ٿو تہ 'بيٺل حالت ۾ تہ اهو عجوبو هو ئي، پر جڏهن اهو ڊهي اچي پٽ پيو، تڏهن بہ دنيا جي لاءِ حيرت ۾ وجهندڙ ئي رهيو. ڇو تہ اهو نہ رڳو هڪ عظيم ۽ وڏو بت هو، پر رومي سمنڊ جي رهوڊز نالي خوبصورت ٻيٽ جي رهواسين جي ڀڏي جي نشاني بہ هو'. اڏاوت جي لحاظ کان دنيا جو اهو ڇهون عجوبو يونان جي ٻيٽ رهوڊز جي بندرگاهہ جي مهڙ وٽ اڏيو ويو هو.

پراچين سمي، رهوڊز اهم حيثيت جو حامل ٻيٽ هو. اهو اجا بہ ايشياءِ ڪوچڪ جي ڏکڻ اولهہ واري ڪنڊ وٽ موجود آهي، جتي ايجين سمنڊ ۽ رومي سمنڊ پاڻ ۾ ملن ٿا. ٻيٽ جي گاڏي جو هنڌ بہ رهوڊز ئي هو. جيڪو 408 قبل مسيح ۾ آباد ٿيو. شهر پنهنجي بيهڪ جي حساب سان جلد ئي اُترين ساحل جي هڪ مصروف بندرگاهہ ۾ بدلجي ويو. 375 قبل مسيح ۾ اهو هيلي ڪارنيسس جي بادشاهہ موسولس فتح ڪيو. جنهن جو مقبرو خود دنيا جي ستن عجائبن ۾ شامل آهي. 340 قبل مسيح ۾ رهوڊز ايراني سلطنت جو حصو بنيو ۽ نيٺ 332 قبل مسيح ۾ انهيءَ تي سڪندر اعظم قبضو ڪيو. جڏهن سڪندر اعظم، هڪ خطرناڪ بخار سبب ڦوهہ جواني ۾ ئي دنيا مان موڪلايو تہ سندس جرنيلن ۾ سندس عظيم ۽ عاليشان سلطنت تي قبضي جي لاءِ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي، هن جي ٽن جنرلن پٽوليمي، سيلوڪيسي ۽ انٽي گوس، اها ٽن حصن ۾ ورهائي ڪنئي ۽ انهي جا حڪمران بنجي ويٺا. رهوڊز جا رهواسي پٽوليمي جا حمايتي هئا. جيڪو پوءِ مصر جو حڪمران بنيو. انٽي گوس رهوڊز جي رهواسين جي انهيءَ بغاوت تي گهڻو ڏمريو ۽ هن پنهنجي پٽ دمترس کي هڪ زبردست فوج ڏيئي رهوڊس وارن کي سزا ڏيڻ جي لاءِ موڪليو. روايت آهي تہ دمترس جي فوج ۾ چاليهہ هزار سپاهي هئا ۽ اهو تعداد رهوڊس جي آباديءَ کان وڌيڪ هو.

دمترس ڳرين توپن ۾ وڏن وڏن جنگي اوزارن سان گڏ آيو هو. پر رهوڊس وارن شهر جي پٽ جي ٻاهر هڪ ڪاهي کوٽي ڇڏي، دمترس جون اهي توپون ۽ ڳرو جنگي سامان ڪاهيون اُڪري نہ سگهيو ۽

سڀ ڪجهه گپ ۾ چڪ ۾ ڦاسي بيڪار ٿي ويو. تنهن ڪري هن شهر جو گهيرو ڪري ورتو. رهوڊز جي شهرين جمي مقابلو ڪيو ۽ دمترس جي سپاهين کي شهر ۾ گهڙڻ کان روڪي رکيو. چون ٿا ته دمترس جو اهو گهيرو هڪ سال جاري رهيو. پر هو شهر جي هڪ به پٿ ڪيرائي نه سگهيو.

نيٺ هڪ سال کانپوءِ مصر کان بحري جهازن جو هڪ ٻيڙو رهوڊين ماڻهن جي مدد لاءِ اچي پهتو ۽ دمترس فوجن کي وٺي اهڙو ته واپس ڀڄو جو پنهنجون ڳريون توپون هٿيار ۽ ٻيو جنگي سامان به اُتي ڇڏي ڏنائين رهوڊز جي رهاڪن پنهنجي سوڀ ۽ آزاديءَ جي خوشيءَ ۾ پنهنجي سرپرست هليوس (سج) ديوتا جي ياد ۾ هڪ عظيم عاليشان مجسمو اڏڻ جو فيصلو ڪيو. هنن دمترس جي ڇڏيل توپن ۽ ٻين هٿيارن کي وڱهرائي انهيءَ مجسمي جي اڏاوت شروع ڪئي. پليني ڊي ايلڊر موجب اهو عظيم عاليشان بت ٺهڻ ۾ ٻارنهن سال لڳا. پر انهي جي تاريخ ۾ اختلاف پاتو وڃي ٿو. ڪن مورخن جو خيال آهي ته ڪم جي شروعات 304 ق م ۾ ٿي، پر اڪثر مورخن 282 ق م تي سمهتي ڏيکاري آهي.

بت جي مڪمل ٺهڻ جي سنن ڪانسواءِ هڪ ٻي غلط فهمي به تاريخ جو حصو بني، ڊگهي عرصي تائين ماڻهو اهو سمجهندا رهيا ته بت رهوڊز شهر جي بندرگاهه مندراڪي هاربر جي مهڙين دروازي تي اڏيو ويو هو. انهيءَ جا ٻئي پير ٻن ڪنارن تي هئا ۽ وڏا وڏا جهاز انهي جي ٻنهي ٽنگن جي وچ مان لنگهي بندرگاهه ۾ ايندا هئا. بُت جي اوچائي ۽ بندرگاهه جي داخلي رستي جي ويڪرائيءَ جي حساب سان اها ڳالهه يقين جوڳي نظر نه پئي اچي، ڇو ته جيڪڏهن ايئن هجي ها ته ڪر بُت جي ڪرڻ سان بندرگاهه جو رستو بند ٿي وڃي ها. پر ائين نه ٿيو. حقيقت هيءَ آهي ته بت مندراڪي هاربر جي اوپر پاسي ٺاهيو ويو هو. بلڪ اهو ڪنڌيءَ کان به ڪافي دور هو. بهرحال انهيءَ جي جڳهه ڪهڙي به رهي هجي، اهو طئي آهي ته اهو بندرگاهه جي داخلي رستي تي نه اڏيو ويو هو. بت نج يوناني انداز ۾ يعني اگهاڙو ٺاهيو ويو هو. انهي جي اوچائي هڪ سو ڏهه فوٽ هئي، جنهن ۾ هن جي بنياد جي طور تي 50 فوٽ اوچو چبوترو به شامل هو. اها رٿا رهوڊز جي رهاڪو هڪ مورتي ساز 'ڪيرس آف لنڊوسٽ' جي حوالي ڪئي وئي، اهو هڪ محب وطن شخص هو ۽ هن دمترس جي خلاف ويڙهه ۾ حصو پڻ ورتو هو. ڪيرس انهي کان اڳ به ڪيترائي شاهوڙ وڏا بُت ٺاهي چڪو هو. جڏهن ته سندس استاد ليسي پس به زيوس ديوتا جو هڪ 60 فوٽ اوچو بت ٺاهي چڪو هو.

ڪيرس جي ڪارڪنن پهرين بت جا عضوا تراشيا. بت جو بنياد سنگ مرمر سان ٺاهيو ويو ۽ سڀ کان پهرين انهي جا پير ۽ گوڏا جوڙيا ويا. ٽامي سان ٺهيل ڍانچي کي هوريان هوريان لوهه ۽ پٿر جي جاليءَ سان سگهارو بنايو ويو. بُت جي بلند حصن تائين پهچڻ جي لاءِ انهي جي چئني پاسن مٽيءَ جو هڪ لاهيارو چبوترو ٺاهيو ويو. جنهن کي پوءِ ڊاٺو ويو. چيو وڃي ٿو اهو بت ايترو ته وڏو هو جو اهو جڏهن

ڪريو ته انهي جي هٿ جي هڪ آڱر به مشڪل سان انسان جي هٿ ۾ آئي ٿي.

اهو عظيم عاليشان بت 56 سالن تائين بندرگاهه جي مهڙ وٽ بيٺو رهيو ۽ روز صبح جو سج جا ڪرڻا ان جي بدن سان ٽڪرائجي پري پري تائين ٿي ويا. 225 ق م ۾ (ڪن مورخن جي خيالن موجب 226 قبل مسيح) رهوڊز ۾ سخت زلزلو آيو جنهن سان نه رڳو شهر ۾ گهڻو نقصان ٿيو پر اهو بت به گوڏن ڀر اچي پٽ پيو. مصر جي حڪمران پٽوليمي ٽي يورگيش انهيءَ جي ٻيهر اڏاوت تي ايندڙ سمورو خرچ ڀرڻ جي آڇ ڪئي، چون ٿا ته غيب مان ايندڙ هڪ آواز ٻيهر اڏاوت کان منع ڪئي، ٻي روايت اها آهي ته هڪ مذهبي اڳواڻ سان مشورو ڪيو ويو، جنهن انهيءَ جي ٻيهر اڏاوت جي حوصلي شڪني ڪئي، تنهن ڪري پٽوليمي جي ٻيهر آڇ رد ڪئي ويئي.

879 سالن تائين اهو بُت وڏن وڏن ٽڪرن جي صورت ۾ زمين تي پيو رهيو. 653ع (ڪن موجب 654) ۾ جڏهن مسلمانن رهوڊز تي قبضو ڪيو ته بت جا وڏاوڏا ٽڪرا ٽوڙي انهن کي شام جي هڪ يهودي وٽ ڪباڙخاني طورو ڪرو ڪيو ويو. روايت آهي ته انهي جو ملبو اُٺن تي لڏي شام پهچايو ويو. ٻين عجائبات جيان هيلوس جو اهو بت به اڄ روءِ زمين تان غائب ٿي چڪو آهي، پر چيو وڃي ٿو ته فرانسيسي مجسمي ساز بارٿولڊي جو جوڙيل آزادي جو بت (جيڪو آمريڪا جي ساحل تي کتل آهي) انهي بت کان متاثر ٿي ناهيو ويو هو.

